مَنۡ يُّرِدِ اللّٰهُ بِهٖ خَيۡرًا يُّفَقِّهۡهُ فِي الدِّيۡنِ (الحديث)

(جنهن سان الله تعاليٰ ڀلائيءَ جو ارادو فرمائي ٿو ته ان کي دين ۾ سمجهه عطا ڪري ٿو)

# اسلاميات

## آٺين ڪلاس لاءِ


سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ: ماريه پرنٽرز، اسلام آباد

تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
بمراسلہ نمبر: ايس او (جي. آءِ) اِي. اينڊ ايل/ ڪريڪيولم 2014 ڪراچي
بتاريخ 07 ڊسمبر 2016 ع

صوبائي ڪميٽي براءِ جائزه ڪتب ادارهٔ نصاب ۽ توسيع تعليم ونگ سنڌ ڄام شورو جو تصحيح ٿيل
سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اسلاميات جو واحد درسي ڪتاب

نگرانِ اعلىٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ)
نگران: عبدالباقي ادريس السندي
مصنّف: پروفيسر ڊاڪٽر بشير احمد رند
سنڌيڪار: مولانا نياز احمد راڄپر
ايڊيٽرز: مفتي محمد الياس زڪريا ميمڻ

صوبائي جائزه ڪميٽي

☆ پروفيسر ڊاڪٽر ثناءُالله ڀٽو ☆ پروفيسر ڊاڪٽر خليل احمد ڪورائي
☆ پروفيسر محمد ابراهيم ٻرڙو ☆ پروفيسر عطامحمد ڏيٿو
☆ مولانا عبدالحڪيم ٻٽاڻ

ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ ڊزائننگ: ☆ اسدالله ڀٽو ☆ نور محمد سميجو

ڇپيندڙ: ماريہ پرنٽرز، اسلام آباد

# فهرست

## باب چوٿون: اخلاق ۽ آداب



## باب پنجون: مشاهير اسلام / هدايت جا سرچشما

باب پهريون

# القرآن الڪريم

قرآن مجيد الله تعاليٰ جو آخري الهامي ڪتاب آهي، جيڪو آخري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي ٽيويهن سالن جي عرصي ۾ ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيو ويو. هن ۾ ٽيهه پارا ۽ هڪ سو چوڏهن سورتون آهن. قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ جو مقصد انسان ذات کي زندگي گذارڻ جي اهڙي واٽ ٻڌائڻ آهي، جنهن تي عمل ڪندي، اهي دنيا ۽ آخرت ۾ عزت ۽ ڪاميابيءَ جي زندگي گذاري سگهن. قرآن مجيد ياد ڪرڻ تمام وڏي عبادت آهي ۽ ان جي تلاوت ڪرڻ ۾ وڏو اجر ۽ ثواب آهي. حضور ﷺ جن جي فرمان مطابق قرآن مجيد جي هڪ حرف تلاوت ڪرڻ تي ڏهن نيڪين جو ثواب آهي. ان تي عمل ڪرڻ جي صورت ۾ الله تعاليٰ جي رضا ۽ ٻنهي جهانن جي ڀلائي نصيب ٿئي ٿي.

هن باب ۾ ڏنل قرآن مجيد جي ڏهن پارن (٢١ کان ٣٠ تائين) کي ناظره تجويد سان پڙهايو ويندو ۽ ڪجهه سورتون (سُوْرَةُ الْعَادِيَاتِ، سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ ۽ سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ) ياد ڪرايون وينديون. ان کان سواءِ سُوْرَةُ الْاِنْشِرَاح ۽ آيَةُ الْكُرْسِی ترجمي سميت ياد ڪرايون وينديون.

هن باب ۾ ڏنل نصابي مواد جو اصل مقصد هي آهي تہ شاگرد ۽ شاگردياڻيون قرآن مجيد کي نماز ۽ روزاني زندگيءَ ۾ صحيح اچار سان درست لهجي ۾ پڙهي سگهن، ڪجهه حصو ياد ڪري سگهن ۽ ڪجهه حصي جو ترجمو پڙهي سگهن، تہ جيئن انهن ۾ قرآن مجيد ۾ غور ڪرڻ، ان مٿان عمل ڪرڻ ۽ قرآن مجيد جي تبليغ ڪرڻ جو جذبو بيدار ٿي سگهي. ان سان گڏوگڏ انهن ۾ قرآن مجيد کي سمجهڻ جو جذبو پيدا ڪرڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي وئي آهي.

# (الف) ناظره قرآن: (۲۱ کان ۳۰ تائين (ڏهه پارا)

(۲۱) اُتۡلُ مَآ اُوۡحِیَ (۲۲) وَمَنۡ یَّقۡنُتۡ (۲۳) وَمَالِیَ (۲۴) فَمَنۡ اَظۡلَمُ
(۲۵) اِلَیۡهِ یُرَدُّ (۲۶) حٰمٓ (۲۷) قَالَ فَمَا خَطۡبُکُمۡ (۲۸) قَدۡ سَمِعَ اللّٰهُ
(۲۹) تَبٰرَكَ الَّذِیۡ (۳۰) عَمَّ یَتَسَآءَلُوۡنَ

## سکيا جي حاصلات

قرآن پاڪ جو هيءُ حصو درست طريقي سان پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ان قابل ٿي ويندا ته اهي:

- ناظره قرآن مجيد سهڻي انداز ۾ اچار سان پڙهي ۽ ٻڌائي سگهندا.
- قرآن مجيد جون چونڊ سورتون ياد ڪري سهڻي آواز سان ٻڌائي سگهندا.
- سُوۡرَةُ الۡاِنۡشِرَاح ۽ آيَةُ الۡكُرۡسِی ترجمي سان ياد ٻڌائي سگهندا.

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائين کي قرآن مجيد جي پارن جا نالا ياد ڪرايو.
- ناظره ۽ حفظ وارن ٻنهي حصن جو سال جي وچ ۾ امتحان وٺو ۽ سالانه امتحان جي موقعي تي زباني امتحان وٺو ۽ ان ۾ حاصل ڪيل مارڪون رزلٽ شيٽ ۾ شامل ڪريو.
- اسلاميات جي ڪل سؤ مارڪن مان ناظره لاءِ 40 مارڪون مقرر آهن ۽ اسلاميات ۾ پاس ٿيڻ جي لاءِ ناظره قرآن مجيد ۾ پاس ٿيڻ ضروري آهي.

## (ب) حفظ قرآن: سُوْرَةُ الْعٰدِيٰتِ ۔ سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ ۔ سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ

### سُوْرَةُ الْعٰدِيٰتِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

وَ الْعٰدِيٰتِ ضَبْحًا ۙ﴿۱﴾ فَالْمُوْرِيٰتِ قَدْحًا ۙ﴿۲﴾ فَالْمُغِيْرٰتِ صُبْحًا ۙ﴿۳﴾ فَاَثَرْنَ بِهٖ نَقْعًا ۙ﴿۴﴾ فَوَسَطْنَ بِهٖ جَمْعًا ۙ﴿۵﴾ اِنَّ الْاِنْسَانَ لِرَبِّهٖ لَكَنُوْدٌ ۚ﴿۶﴾ وَ اِنَّهٗ عَلٰى ذٰلِكَ لَشَهِيْدٌ ۚ﴿۷﴾ وَ اِنَّهٗ لِحُبِّ الْخَيْرِ لَشَدِيْدٌ ؕ﴿۸﴾ اَفَلَا يَعْلَمُ اِذَا بُعْثِرَ مَا فِى الْقُبُوْرِ ۙ﴿۹﴾ وَ حُصِّلَ مَا فِى الصُّدُوْرِ ۙ﴿۱۰﴾ اِنَّ رَبَّهُمْ بِهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّخَبِيْرٌ ﴿۱۱﴾

### سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْهٰكُمُ التَّكَاثُرُ ۙ﴿۱﴾ حَتّٰى زُرْتُمُ الْمَقَابِرَ ؕ﴿۲﴾ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ﴿۳﴾ ثُمَّ كَلَّا سَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ؕ﴿۴﴾ كَلَّا لَوْ تَعْلَمُوْنَ عِلْمَ الْيَقِيْنِ ؕ﴿۵﴾ لَتَرَوُنَّ الْجَحِيْمَ ۙ﴿۶﴾ ثُمَّ لَتَرَوُنَّهَا عَيْنَ الْيَقِيْنِ ۙ﴿۷﴾ ثُمَّ لَتُسْئَلُنَّ يَوْمَئِذٍ عَنِ النَّعِيْمِ ﴿۸﴾

### سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

وَيْلٌ لِّكُلِّ هُمَزَةٍ لُّمَزَةِ ۙ﴿۱﴾ ۣالَّذِىْ جَمَعَ مَالًا وَّ عَدَّدَهٗ ۙ﴿۲﴾ يَحْسَبُ اَنَّ مَالَهٗٓ اَخْلَدَهٗ ۚ﴿۳﴾ كَلَّا لَيُنْۢبَذَنَّ فِى الْحُطَمَةِ ۖ﴿۴﴾ وَ مَآ اَدْرٰىكَ مَا الْحُطَمَةُ ؕ﴿۵﴾ نَارُ اللّٰهِ الْمُوْقَدَةُ ۙ﴿۶﴾ الَّتِىْ تَطَّلِعُ عَلَى الْاَفْئِدَةِ ؕ﴿۷﴾ اِنَّهَا عَلَيْهِمْ مُّؤْصَدَةٌ ۙ﴿۸﴾ فِىْ عَمَدٍ مُّمَدَّدَةٍ ﴿۹﴾

## (ج) حفظ ۽ ترجمو:

### سُوْرَةُ الْاِنْشِرَاح

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

① اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ۙ﴿۱﴾ وَ وَضَعْنَا عَنْكَ وِزْرَكَ ۙ﴿۲﴾ الَّذِیْۤ اَنْقَضَ ظَهْرَكَ ۙ﴿۳﴾ وَ رَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ؕ﴿۴﴾ فَاِنَّ مَعَ الْعُسْرِ یُسْرًا ۙ﴿۵﴾ اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ یُسْرًا ؕ﴿۶﴾ فَاِذَا فَرَغْتَ فَانْصَبْ ۙ﴿۷﴾ وَ اِلٰى رَبِّكَ فَارْغَبْ ﴿۸﴾

ترجمو: (اي پيغمبر!) تنهنجو سِينو توڙاءِ ڪشادو نہ ڪيو اٿئون ڇا؟ ۽ تنهنجو (اُهو) بار توکان لاٿوسون، جنهن تنهنجي پٺيءَ کي ڳرو ڪيو هو. ۽ تنهنجي ساراهہ توڙاءِ مٿاهين ڪئي سون. ڇوتہ بيشڪ اهنج سان گڏ سهنج آهي. بيشڪ اهنج سان گڏ سهنج آهي. تنهنڪري جڏهن واندو ٿئين، تڏهن (عبادت لاءِ) ڪڙو ٿيءُ. ۽ خاص پنهنجي پالڻهار ڏانهن دل لڳاءِ.

### آيَةُ الْكُرْسِي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

② اَللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْحَیُّ الْقَیُّوْمُ ۚ۬ لَا تَاْخُذُهٗ سِنَةٌ وَّ لَا نَوْمٌ ؕ لَهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِی الْاَرْضِ ؕ مَنْ ذَا الَّذِیْ یَشْفَعُ عِنْدَهٗۤ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ؕ یَعْلَمُ مَا بَیْنَ اَیْدِیْهِمْ وَ مَا خَلْفَهُمْ ۚ وَ لَا یُحِیْطُوْنَ بِشَیْءٍ مِّنْ عِلْمِهٖۤ اِلَّا بِمَا شَآءَ ۚ وَسِعَ كُرْسِیُّهُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ ۚ وَ لَا یَـُٔوْدُهٗ حِفْظُهُمَا ۚ وَ هُوَ الْعَلِیُّ الْعَظِیْمُ ﴿۲۵۵﴾

ترجمو: الله (اُهو آهي جو) ان کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي، اُهو سدائين جيئرو (جهانن کي) بيهڪ ڏيندڙ آهي، کيس نکي پنڪي ۽ نکي ننڊ ونڊي آهي. جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي زمين ۾ آهي سو (سڀ) سندس (ملڪيت) آهي. ڪير آهي جو سندس موڪل ڌاران وٽس پارت ڪري سگهي؟ جيڪي اُنهن (مخلوقن) جي اڳيان آهي ۽ جيڪي سندن پوئتان آهي سو (سڀ) ڄاڻندو آهي، ۽ جيڪي گهري تنهن کان سواءِ سندس علم مان ڪنهن ذري کي (اُهي) گهيرو ڪري نہ سگهندا آهن، سندس (بادشاهيءَ جي) ڪرسيءَ آسمانن ۽ زمين کي لپيٽيو آهي، ۽ اُنهن جي سنڀال کيس نہ ٿڪائيندي آهي، ۽ اُهو (سڀ کان) مٿاهون وڏي وڏائيءَ وارو آهي.

## سبق جو خلاصو

- قرآن مجيد جا ڏهہ پارا (٢١ کان ٣٠ تائين) ناظره پڙهڻ لازمي آهن.
- سُوْرَةُ الْعٰدِيٰتِ، سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ ۽ سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ کي حفظ ڪرڻ ضروري آهي.
- سُوْرَةُ الْاِنْشِرَاحِ ۽ اٰيَةُ الْكُرْسِي ترجمي سميت ياد ڪرڻ لازمي آهي.

## شاگردن ۽ شاگرديائين لاءِ سرگرمي

- شاگردن ۾ سورة الانشراح ۽ آيت الكرسي جو خوشخطيءَ جو مقابلو ڪرايو وڃي.

## مشق

1. **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(1) سبق ۾ ذڪر ڪيل ڏهن پارن مان ڪن بہ ٻن پارن جا نالا ٻڌايو.

(2) سبق ۾ ڏنل حفظ وارين سورتن مان ٻن سورتن جا نالا ٻڌايو.

(3) "وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ" جو ترجمو ٻڌايو.

## استادن لاءِ هدايتون

- قرآن مجيد جا آخري ڏهه پارا شاگردن کي ناظره باتجويد ۽ درست انداز سان پڙهائجن.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سيکارڻ وقت صحيح تلفظ ۽ تجويد جي اصولن جو خيال رکجي.
- صرف حفظ ترجمي ۽ حفظ واريون چونڊ سورتون توڙي آية الڪرسي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ياد ڪرائڻ بعد هر شاگرد ۽ شاگردياڻيءَ کان الڳ الڳ ٻڌجن.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سورة الانشراح ۽ آيت الڪرسي جو ترجمو بليڪ بورڊ تي لکي سمجهائجي.

# ايمانيات ۽ عبادات

**ايمانيات** "ايمان" مان ورتل آهي، ايمان جو مطلب آهي، مڃڻ، يقين ڪرڻ، ڀروسو ڪرڻ، تابعدار ۽ فرمانبردار ٿيڻ. ايمانيات مان مراد اهي عقيدا ۽ فڪر آهن، جن تي يقين رکڻ هڪ مسلمان لاءِ لازمي آهي.

اسلام جن ڳالهين تي ايمان آڻڻ جو تاڪيد ڪري ٿو انهن مان اهم هي آهن: الله تعاليٰ، سندس ملائڪ، آسماني ڪتابن، سمورن رسولن، قيامت جي ڏينهن، تقدير ۽ مرڻ کان بعد ٻيهر زنده ٿي اٿڻ تي يقين رکڻ. جيستائين ڪو ماڻهو انهن عقيدن کي دل جي يقين سان نہ مڃيندو ۽ انهن تي ايمان آڻڻ جو اقرار نہ ڪندو. ان کي مؤمن نہ چئي سگهبو.

**عبادات** مان مراد آهي الله تعاليٰ اڳيان پنهنجي عاجزي ۽ ٻانهپ جو اظهار ڪرڻ ۽ ان جي حڪمن مطابق زندگي گذارڻ.

اركانِ اسلام صحيح نموني ادا ڪرڻ، سماجي ۽ معاشي معاملن ۾ الله تعاليٰ جي هدايتن جي پيروي ڪرڻ، ڏيهي توڙي پرڏيهي معاملا الله تعاليٰ جي ڏسيل هدايتن پٽاندر طئي ڪرڻ بہ عبادت ۾ شامل آهن.

هن باب ۾ عقيدهٔ آخرت، روزي ۽ حج جا جيڪي عنوان شامل ڪيا ويا آهن. انهن جو مقصد آهي تہ شاگردن جي ذهن ۾ آخرت جو فڪر ۽ الله تعاليٰ سامهون پنهنجي عملن جي جوابداري جو احساس پيدا ڪيو وڃي جيئن سندن ڪردار سڌري پوي ۽ اهڙي طرح اسلام جي ٻن اهم عبادتن روزي ۽ حج جي اهميت ۽ فضيلت کان واقف ٿي پنهنجي زندگي الله تعاليٰ جي رضا مطابق گذارڻ جي ڪوشش ڪن.

# (الف) ايمانيات

## آخرت جو عقيدو ۽ تعميرِ سيرت ۾ ان جو ڪردار

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا تہ اُهي:

- عقيدهٔ آخرت جي مفهوم ۽ ان جي بنيادي جزن کي سکي بيان ڪري سگهندا.
- فڪرِ آخرت پيدا ٿيڻ بعد جوابداري جي احساس سان پنهنجي سيرت ۽ ڪردار کي سڌاري سٺي مسلمان هجڻ جو ثبوت ڏيندا.
- عقيدهٔ آخرت جي ڪري سهڻي ڪردار سازي جي اثرن کي پاڻ نوٽ ڪري سگهندا.

**آخرت جي عقيدي جو مفهوم:** عقيدي جي لفظي معنيٰ آهي، ڪنهن ڳالھ تي پختو يقين رکڻ. آخرت جي معنيٰ آهي مرڻ کان بعد واري زندگي. عقيدهٔ آخرت جو مطلب آهي تہ ان زندگيءَ تي پورو يقين رکيو وڃي، جيڪا هن دنيا کان پوءِ اچڻ واري آهي.

آخرت جو عقيدو اسلام جي بنيادي عقيدن مان هڪ آهي، اسلامي تعليم مطابق الله تعاليٰ هڪ ڏينهن هن ساري جهان ۽ ان جي سمورين شين کي فنا ڪري ڇڏيندو ۽ هڪ ٻيو جهان پيدا فرمائيندو جنهن ۾ سڀ مخلوق ٻيهر زنده ٿيندي ۽ سڀ انسان محشر جي ميدان ۾ الله تعاليٰ جي سامهون حاضر ٿي دنيا ۾ ڪيل عملن جو حساب ڏيندا. جتي سٺدن برن توڙي چڱن عملن جا اعمال ناما توريا ويندا. جن ماڻهن جون نيڪيون ڳريون ٿينديون انهن جي بخشش ٿيندي ۽ کين جنت ۾ رهايو ويندو جيڪا بي شمار نعمتن ۽ مزن جي جاءِ آهي. پر جن ماڻهن جون برايون نيڪين کان ڳريون ٿي ويون. انهن کي سزا طور جهنم ۾ ڦٽو ڪيو ويندو جيڪا طرحين طرحين عذاب جي جاءِ آهي.

**آخرت جي عقيدي جي اهميت:** آخرت جي عقيدي جي اهميت ان ڳالھ مان سمجهي سگهجي ٿي تہ جهڙي نموني پاڻ سڳورن ﷺ جن آخرت کي مڃڻ جو حڪم ڏنو

آهي ساڳئي نموني سيني نبين سڳورن بہ پنهنجي امتن کي ان عقيدي رکڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ هر زماني ۾ ان تي ايمان رکڻ لازمي شرط رهيو آهي. قرآن شريف ۾ ڪامياب ۽ هدايت وارن ماڻهن جون جيڪي صفتون بيان ڪيون ويون آهن, انهن مان هڪ هيءَ بہ آهي تہ

وَبِالۡاٰخِرَةِ هُمۡ يُوۡقِنُوۡنَ ؕ﴿۴﴾(البقره: 4)

ترجمو: اهي آخرت تي يقين رکن ٿا

ايمان وارن کي ان ڏينهن کان خبردار ڪندي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

”۽ اُنهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جنهن ۾ الله ڏانهن موٽايا ويندؤ“. (سورة البقره – 281)

ان ڏينهن جي حساب ڪتاب ڏيڻ جو منظر بيان ڪندي الله تعاليٰ ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

”پوءِ جنهن ذري جيترو چڱو ڪم ڪيو هوندو سو اُن کي ڏسندو. ۽ جنهن ذري جيترو بد ڪم ڪيو هوندو سو اُن کي ڏسندو“. (سورة الزلزال, 7_8)

ان ڪري اسان کي دنيا جي زندگيءَ جي اهميت کان واقف ٿيڻ گهرجي. دنيا جي زندگي الله تعاليٰ جي هڪ نعمت آهي, جيڪا اسان کي آخرت جي تياريءَ لاءِ عطا ڪئي وئي آهي. ان نعمت جو قدر ڪرڻ گهرجي. ان ۾ سُٺا عمل ڪجن ۽ بُرن عملن کان پري رهجي. الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جي ٻڌايل طريقن جي مطابق زندگي گذارجي تہ جيئن اسين آخرت جي ڪاميابي ۽ سعادت ماڻي سگهون.

## سيرت جي سڌاري ۾ آخرت جي عقيدي جو ڪردار

آخرت جو عقيدو سيرت جي سڌاري ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ان عقيدي رکڻ جي ڪري انساني ڪردار تي جيڪي ڪار آمد اثر ظاهر ٿين ٿا. انهن مان ڪجهہ هي آهن:

1_ **نيڪيءَ سان لڳاءُ ۽ بديءَ کان نفرت:** جڏهن ڪنهن مسلمان جو اهو عقيدو ٿي وڃي ٿو تہ سندس هر عمل محفوظ ڪيو وڃي ٿو. جنهن مطابق قيامت واري ڏينهن کيس جزا سزا ملندي تہ هو نيڪيءَ سان محبت ۽ بديءَ کان نفرت ڪرڻ لڳي ٿو ۽ هو معاشري جو هڪ ڪار آمد ۽ نيڪ فرد بڻجي پوي ٿو.

2۔ **شجاعت ۽ بهادري:** هميشہ لاءِ فنا ٿي وڃڻ جو خوف انسان کي بزدل بڻائي ڇڏيندو آهي، پر جڏهن هڪ مؤمن کي اهو يقين حاصل ٿي وڃي ٿو تہ هيءَ زندگي ختم ٿيڻ واري عارضي ۽ آخرت واري زندگي دائمي آهي، ۽ حق خاطر جان ڏيڻ سان ماڻهو فنا نہ ٿو ٿئي بلڪ هميشہ باقي رهندڙ حياتي ماڻي وٺي ٿو هو حق لاءِ جان ڏيڻ کان ڪين ٿو ڪيٻائي اهڙي طرح ان جي دل ۾ دليري ۽ شجاعت پيدا ٿي وڃي ٿي.

3۔ **صبر ۽ برداشت:** هي عقيدو انسان ۾ صبر ۽ برداشت جو جذبو پيدا ڪري ٿو ڇو تہ هڪ مؤمن کي اهو يقين هوندو آهي تہ حق خاطر جيڪي تڪليفون ملن ٿيون انهن کي برداشت ڪرڻ سان آخرت ۾ اجر ۽ ثواب ملندو جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

إِنَّمَا يُوَفَّى الصّٰبِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ۝ (الزمر: 10)

ترجمو: رڳو صابرن کي سندن بدلو اڻ ڳڻ ڏبو.

4۔ **سخاوت:** آخرت تي پڪو يقين انسان کي سخي ۽ هٿ کليو بڻائي ڇڏي ٿو. ڇو تہ مؤمن کي پڪ هوندي آهي تہ جيڪو ڪجهہ هن الله جي راهہ ۾ خرچ ڪيو آخرت ۾ ان جو بدلو ضرور ملندو جيئن قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

ترجمو: ۽ جيڪا چڱائي پاڻ لاءِ اڳي موڪليندؤ سا الله وٽ لهندؤ. (سورة البقره: 110)

اهڙو ماڻهو سماج جي ضرورتمندن لاءِ ۽ اجتماعي ڀلائي جي ڪمن ۾ پنهنجو هٿ کليو رکندو.

5۔ **ذميداري جو احساس:** هن عقيدي رکڻ سان انسان ۾ ذميداريءَ جو احساس پيدا ٿئي ٿو. ڇو تہ اهو عقيدو رکندڙ جو ايمان هوندو آهي تہ الله تعاليٰ جا مقرر فرض ادا ڪرڻ سان آخرت ۾ اجر ملندو ۽ الله تعاليٰ جي فرضن ۾ ڪوتاهي ڪرڻ سان آخرت ۾ پڇا ٿيندي.

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

”توهان مان هر هڪ ماڻهو ذميدار آهي ۽ ان کان سندس ذميدارين بابت پڇا ڪئي ويندي“

تنهن ڪري هو پنهنجي ذميدارين جو احساس رکندي پنهنجا فرض بجا آڻڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندو آهي.

- آخرت جو عقيدو دين اسلام جي بنيادي عقيدن مان آهي، جنهن مطابق هڪ ڏينهن هي جهان فنا ٿي ويندو ۽ ٻيو جهان قائم ٿيندو جنهن ۾ سيئي انسان ٻيهر زنده ڪري اٿاريا ويندا ان ڏينهن سندن عملن جي تور ٿيندي، جنهن جا نيڪ عمل ڳرا هوندا، اهي جنت ۾ ويندا ۽ جن جا برا عمل ڳرا ٿيندا، سي دوزخ ۾ ويندا.
- آخرت جو عقيدو مؤمن جي سيرت سنوارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو هي عقيدو نيڪي سان محبت ۽ بديءَ سان نفرت، بهادري ۽ شجاعت، صبر ۽ برداشت، سخاوت ۽ فياضي جهڙيون صفتون پيدا ڪري ٿو ۽ انسان کي پوري طرح هڪ ذميدار شخص بڻائي ٿو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون هڪ ٻئي کي آخرت جي عقيدي جو مفهوم سمجهائين ۽ ٻڌائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون عقيدهِ آخرت واري سبق ۾ ڏنل آيتن مان هڪ آيت ترجمي سميت ياد ڪري استاد کي ٻڌائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون آخرت جي عقيدي متعلق قرآن مجيد مان ڪي ٻه آيتون ڳولي پنهنجي استادن کي ڏيکارين.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) عقيده جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟

(2) آخرت جي عقيدي مان ڇا مراد آهي؟

(3) عقيدهِ آخرت جي اهميت بابت ڪنهن هڪ آيت سڳوري جو ترجمو لکو.

(4) آخرت جي عقيدي سان انساني ڪردار تي جيڪي اثر پون ٿا انهن مان ڪو هڪ بيان ڪريو.

## .2 هينيان خال ڀريو:

(1) الله تعاليٰ هن جهان ۽ ان جي سموري ____________ کي فنا ڪري ڇڏيندو.

(2) آخرت ۾ هر انسان جا __________ الله تعاليٰ جي عدالت ۾ پيش ڪيا ويندا.

(3) آخرت تي يقين رکڻ واري جو ايمان هوندو آهي ته فرض جي ادائگي سان ____________ ۾ اجر ملندو.

(4) آخرت جو عقيدو___________ کي مڪمل طور ذميدار شخص بڻائي ڇڏي ٿو.

## .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ عقيده آخرت جي سمجهاڻي ڏني:

(الف) رڳو حضرت محمد ﷺ
(ب) رڳو حضرت ابراهيم عليه السلام
(ج) صرف حضرت موسيٰ عليه السلام
(د) سيني نبين سڳورن عليهم الصلوٰة والسلام

2_ قيامت جي ڏينهن چڱن ۽ برن عملن جو وزن ڪيو ويندو

(الف) صرف ڪافرن جي
(ب) صرف مسلمانن جي
(ج) صرف منافقن جي
(د) سيني انسانن جي

3_ آخرت جو عقيدو انسان کي احساس ڏياري ٿو

(الف) پنهنجي وڏي هجڻ جو
(ب) پنهنجي حقير هجڻ جو
(ج) پنهنجي ذميدار هجڻ جو
(د) پنهنجي ڪامياب ٿيڻ جو

4_ آخرت تي ايمان آڻڻ صفت آهي:

(الف) صرف عقلمندن جي
(ب) صرف عالمن جي
(ج) صرف ڪافرن جي
(د) هدايت يافته ۽ ڪامياب ماڻهن جي

4. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1۔ آخرت جو عقيدو اسلام جي بنيادي عقيدن مان آهي. | | |
| 2۔ جهنم نعمتن جي جاءِ آهي. | | |
| 3۔ آخرت واري زندگي عارضي هوندي. | | |
| 4۔ هر شخص کان سندس ذميدارين بابت پڇا ڪئي ويندي. | | |

5. جملي کي درست ڪرڻ لاءِ صحيح لفظ چونڊيو:

1۔ عقيدي جي لفظي معنيٰ آهي ڪنهن ڳالهه تي (يقين/شڪ) ڪرڻ.

2۔ جن ماڻهن جي بخشش ٿيندي اهي (جهنم/جنت) ۾ داخل ٿيندا.

3۔ قيامت واري ڏينهن عملن جي جزا سزا ملندي تنهن ڪري مؤمن نيڪي سان (محبت/نفرت) ڪندو آهي.

4۔ آخرت جو عقيدو انسان کي (سخي/بخيل) بڻائي ٿو.

5۔ آخرت جو عقيدو انسان ۾ (صبر ۽ برداشت/ ڪاوڙ) پيدا ڪري ٿو.

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائين ۾ آخرت جو فڪر پيدا ڪرڻ ۽ سندن سيرت سنوارڻ لاءِ ڪين حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنه جي حالات زندگي مان ڪجهه ڳالهيون اهڙي انداز ۾ ٻڌايو جيئن آخرت جو فڪر سندن زندگيءَ جو جز بڻجي پوي.
- هيٺين عنوانن بابت شاگردن کان مختصر مضمون لکرايا وڃن:
  - ❖ قيامت جو مطلب
  - ❖ موت کان پوءِ حياتيءَ جو تصور
  - ❖ ابدي ڪاميابي ۽ ڀلائي جو مدار ڪهڙين شين تي آهي.
  - ❖ آخرت جي عقيدي ذريعي سيرت جو سڌارو (مثلاً: عبادت ۾ شوق، اخلاقي اصولن جي پابندي، مايوسي ختم ٿيڻ، صبر ۽ ثابت قدمي، دنيا جي محبت مان نجات)

# (ب) عبادات

## 1– روزو: فضيلت ۽ سماجي اَثر

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان ڳالهه جي قابل ٿي پوندا ته اهي:

- روزي جو مفهوم سمجهي، ان کي بيان ڪري سگهندا.
- روزي جي فضيلت بابت لکي سگهندا.
- روزي جا سماجي اثر بيان ڪري سگهندا.

**روزي جو مفهوم:** روزي لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ ”صوم“جو لفظ استعمال ٿيندو آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ڪنهن ڪم کان رڪجي پوڻ. شريعت ۾ روزي مان مراد آهي ته پرهه ڦٽيءَ کان سج لهڻ تائين الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ خاطر کائڻ، پيئڻ ۽ نفساني خواهشن کان رڪجي پوڻ.

**روزي جي فضيلت:** روزو اسلام جي رڪنن مان هڪ اهم رڪن ۽ عبادت آهي. جيڪو سن 2 هجري ۾ فرض ٿيو. هر عاقل بالغ مسلمان مرد توڙي عورت تي رمضان جا روزا رکڻ فرض آهن. روزو به نماز ۽ زڪوات وانگر نه رڳو هن امت تي فرض آهي بلڪ اڳين سڀني امتن تي به فرض هيو. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُتِبَ عَلَيْكُمُ الصِّيَامُ كَمَا كُتِبَ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكُمْ لَعَلَّكُمْ تَتَّقُوْنَ ۝١٨٣

(البقره: 183)

ترجمو: اي مؤمنؤ! جيئن اوهان کان اڳين تي (روزا) فرض ڪيا ويا هئا تيئن اوهان تي (به) روزا فرض ڪيا ويا آهن ته مانَ اوهين پرهيزگار ٿيو. (روزا) ڳڻيل ڏينهن آهن. پوءِ

اوهان مان جيڪو بيمار (هجي) يا مسافريءَ تي هجي (تنهن تي) ٻين ڏينهن مان (اوترا روزا) ڳڻي رکڻ (لازم) آهي

روزي نہ رکڻ جي اجازت صرف بيمارن، مسافرن ۽ معذورن کي ڏني وئي آهي، اها بہ هن شرط سان تہ جيئن ئي سفر، بيماري يا عذر ختم ٿئي تہ رهيل روزا ادا ڪرڻ لازمي هوندا. روزي جي فضيلت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

”جنهن رمضان شريف جا روزا ايمان ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي نيت سان رکيا ان جا اڳيان گناه بخشيا ويندا“.

روزو هڪ اهڙي عبادت آهي، جيڪا انسان ۾ الله تعاليٰ جي حاڪميت ۽ پنهنجي عاجزي ۽ ٻانهپ وارو احساس جاڳائي ٿي. روزي ۾ ماڻهو کي احساس ٿئي ٿو تہ هو پنهنجي مالڪ جي اجازت کان سواءِ ڪائي پي نہ ٿو سگهي. روزو انسان ۾ تقويٰ ۽ پرهيزگاري ۽ ضبطِ نفس يعني پاڻ کي قابو ڪرڻ جي سگهہ ۽ صلاحيت پيدا ڪري ٿو.

**روزي جا سماجي اثر:** روزو جيتوڻيڪ هڪ انفرادي عمل آهي پر جيئن نماز باجماعت پڙهڻ سان اجتماعي عمل بڻجي پوي ٿو. ساڳي طرح روزو رمضان جي مقرر ٿيل مهيني ۾ رکڻ سان اجتماعي عمل بڻجي پوي ٿو. ان ڪري معاشري تي ان جا گهرا اثر پون ٿا، انهن مان ڪجهہ هي آهن:

- **پرهيزگاري ۽ پاڪيزگي جو ماحول پيدا ٿيڻ:** رمضان شريف ۾ جيئن تہ لڳ ڀڳ هر مسلمان روزا رکي ٿو (گڏوگڏ باجماعت نماز پڙهي ٿو صدقہ خيرات ۽ ٻيا نيڪ ڪم ڪري ٿو) جنهن سان نيڪي ڪرڻ وارو ماحول جنم وٺي ٿو. اهڙي طرح ماڻهن جون نيڪيون وڌنديون رهن ٿيون ۽ برائين کي جهل پوي ٿي. (۽ پاڪيزگي ۽ پرهيزگاري وارو ماحول بڻجي وڃي ٿو)
- **همدردي ۽ غمخواري وارو جذبو پيدا ٿيڻ:** رمضان جي مهيني ۾ لڳ ڀڳ هر امير توڙي غريب روزا رکي ٿو. اهڙي طرح اڃ ۽ بک برداشت ڪرڻ سان امير ماڻهن جي دلين ۾ غريبن لاءِ همدردي ۽ غمخواري جو جذبو پيدا ٿي پوي ٿو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي: ”رمضان جو مهينو همدردي ۽ غمخواري جو مهينو آهي“
- **انساني برابري جو عملي مظاهرو:** روزو (انسانن ۾) مساوات واري شعور کي سگهارو بڻائي ٿو. هي مهينو لڳ ڀڳ سيئي مسلمان امير ۽ غريب، بادشاهہ ۽ رعيت، عام

۽ خاص ساڳي حالت ۾ گذاريندا آهن. سيني جي منهن مان الله تعاليٰ جي حاڪميت ۽ پنهنجي پاڻهپ واضح نظر ايندي آهي. اهڙي صورتحال انهن ۾ برابري ۽ مساوات جو احساس جاڳائي ٿي ۽ مٿاهين هيٺاهين واري تصور کي ختم ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿي.

انهن سيني ڳالهين ۾ غور ڪرڻ سان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته روزو اسان جي فائدي لاءِ ئي آهي. اسان کي اچيو پکيو رکڻ ۾ الله تعاليٰ جو ڪوبه فائدو ڪونهي، ان اسان جي ڀلائي لاءِ ئي اسان تي روزا فرض ڪيا آهن.

## سبق جو خلاصو

- روزي جي معنيٰ "رڪجي وڃڻ" آهي.
- روزي مان مراد آهي، پرهه ڦٽي کان سانجهي/سج لهڻ تائين، الله جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ کائڻ، پيئڻ ۽ نفساني خواهشن کان رڪجڻ.
- روزو اسلام جو اهم رڪن ۽ عبادت آهي، جنهن جي وڏي فضيلت ۽ اهميت آهي.
- روزو اميرن جي دل ۾ غريب لاءِ محبت، همدردي، خير خواهي ۽ غمخواري جو جذبو پيدا ڪري ٿو.
- روزو مساوات ۽ اتحاد جو جذبو جاڳائي ٿو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون هڪ ٻئي کي روزي جو مفهوم ۽ ان جي فضيلت (سمجهائين ۽) ٻڌائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون روزي جي فضيلت بابت هڪ آيت ۽ هڪ حديث ترجمي سميت (سٺن اکرن ۾ لکي) استاد کي ڏيکارين.

## مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) روزي لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ ڪهڙو لفظ استعمال ٿئي ٿو؟

(2) روزي رکڻ مان ڇا مراد آهي؟

(3) روزو ڪهڙي هجري سال ۾ فرض ڪيو ويو؟

(4) روزو ڪهڙن ماڻهن تي فرض آهي؟

### .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) اي ايمان وارؤ! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا آهن, جهڙي طرح اوهان کان اڳين تي فرض ڪيا ويا هئا جيئن اوهين ________ بڻجو.

(2) روزو هر عاقل, ________ ۽ مسلمان مرد توڙي عورت تي فرض آهي.

(3) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي: ”رمضان جو مهينو ________ ۽ غمخواري جو مهينو آهي.

(4) روزو سن ________ هجري ۾ فرض ٿيو.

(5) روزو انسان ۾ ________ يعني پاڻ کي قابو ڪرڻ جي سگهه ۽ صلاحيت پيدا ڪري ٿو.

### .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

(1) سن 2 هجري ۾ فرض ٿيو:

(الف) نماز (ب) روزو

(ج) زڪوات (د) حج

(2) روزو فرض آهي:

(الف) هر انسان تي (ب) مردن تي

(ج) عورتن تي (د) هر عاقل بالغ مسلمان مرد ۽ عورت تي

(3) روزا رکڻ فرض آهن:

(الف) محرم جي مهيني ۾ (ب) شعبان جي مهيني ۾

(ج) رمضان جي مهيني ۾ (د) صفر جي مهيني ۾

(4) روزي نہ رکڻ جي اجازت آهي:

(الف) ڪم ڪار وارن ماڻهن کي (ب) ملازمن کي

(ج) عورتن کي (د) بيمارن ۽ مسافرن کي

4. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1۔ روزو اسلام جو اهم رڪن آهي. | | |
| 2۔ روزو بي عقل ماڻهن تي فرض آهي. | | |
| 3۔ روزو انساني برابري واري سوچ کي مضبوط ڪري ٿو. | | |
| 4۔ روزا رجب جي مهيني ۾ فرض ڪيا ويا آهن. | | |
| 5۔ روزو انسان ۾ الله تعاليٰ جي حاڪميت ۽ پنهنجي عاجزي ۽ پانهپ جو احساس پيدا ڪري ٿو. | | |

5. جملن کي صحيح ڪرڻ لاءِ درست لفظ جي چونڊ ڪيو:

(1) روزي لاءِ عربي ٻولي ۾ (**صوم/صبر**) جو لفظ استعمال ٿيندو آهي.

(2) روزو (سن هجري/ سن 9 هجري) ۾ فرض ٿيو.

(3) حديث مطابق رمضان جا روزا رکڻ سان (اڳيان/پويان) گناهه معاف ڪيا ويندا.

(4) روزي جو وقت (پرهه ڦٽي/سج اڀرڻ) کان وٺي سج لهڻ تائين آهي.

(5) روزو انسان ۾ (**ضبط نفس/ آزاد نفس**) جون صلاحيتون پيدا ڪري ٿو.

# استادن لاءِ هدايتون

- درسگاهہ ۾ روزي جي فضيلت بابت شاگردن ۽ شاگرديائڻين وچ ۾ تقريري مقابلي جو اهتمام ڪريو.
- ”روزي جا سماجي اثر“ متعلق مضمون لکڻ جو مقابلو ڪرايو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگرديائڻين کان مختصر مضمون لکرايو:
  - روزي جي فرض عبادت هجڻ جو مقصد
  - روزي ۾ غريبن سان همدردي ۽ مالي مدد جو تصور
  - روزي سان جسماني صحت تي اثر
  - روزي ذريعي تقويٰ جي فضيلت
  - روزي جا مسئلا
  - روزي جا سماجي اثر (تقويٰ، همدردي ۽ غمخواري، مساوات، سخاوت، ٻڌي ۽ اتفاق)

# 2– حج ۽ ان جي عالمي حيثيت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان بعد شاگرد ۽ شاگرديائڻيون ان لائق ٿي ويندا تہ اهي:

- حج جو مفهوم سمجهي ان کي بيان ڪري سگهندا.
- حج جا مناسڪ سکي انهن کي لکي سگهندا.
- حج جي عالمي حيثيت (۽ ان جا فائدا) سمجهي لکي سگهندا.

**حج جو مفهوم:** حج جي لفظي معنيٰ ”قصد ۽ ارادو ڪرڻ“ آهي، شرعي اصطلاح ۾ حج مان مراد آهي، تہ حج جي مقرر ڏينهن ۾ مڪي شريف اندر بيت الله جو طواف ڪرڻ ۽ ٻين مقدس جڳهن تي حج جا مناسڪ پورا ڪرڻ.

**حج جي اهميت ۽ فضيلت:** حج اسلام جو اهم رڪن ۽ عبادت آهي. حج سن 9 هجري ۾ فرض ٿيو حج زندگيءَ ۾ هڪ دفعو هر ان عاقل بالغ مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي، جيڪو بيت الله تائين پهچڻ جي سگهه رکندو هجي. جيئن قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلِلّٰهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ اِلَيْهِ سَبِيْلًا (آل عمران: 97)

ترجمو: ۽ الله لاءِ خانہ ڪعبہ جو حج اُنهن ماڻهن تي لازم آهي جنهن کي ڏانهس وڃڻ جي سگهہ آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

”زندگيءَ ۾ هڪ دفعو حج ادا ڪرڻ فرض ۽ هڪ کان وڌيڪ دفعا حج ڪرڻ نفل آهي“

جيڪو شخص سگهہ رکڻ باوجود حج نہ ڪندو پاڻ سڳورن ﷺ انهن جي باري ۾ فرمايو: ”جنهن شخص کي نہ ڪنهن بيماري نہ ڪنهن جابر حڪمران ۽ نہ وري ڪنهن جائز ضرورت روڪيو پوءِ بہ حج ادا نہ ٿو ڪري تہ ڪيس گهرجي تہ يهودي ٿي مري يا عيسائي ٿي مري“.

**حج جامع العبادات:** حج هڪ اهڙي عبادت آهي جيڪو ڪيترين ئي عبادتن جو مجموعو آهي. نماز ۽ روزو بدني عبادتون آهن. جڏهن تہ زڪوات مالي عبادت آهي، پر حج ۾ نماز روزي وانگر سفر جون تڪليفون توڙي حج جا ارڪان بجا آڻيندي جسماني مشقت بہ برداشت ڪرڻي پوي ٿي، ساڳي طرح زڪواة وانگر مال بہ خرچ ڪيو وڃي ٿو. جهڙي طرح نماز ۾ پانهو الله تعاليٰ سامهون عاجزي ۽ انڪساري ۽ دعائن ۾ التجاؤن ڪندو آهي، اهڙي نموني حاجي سڳورا پنهنجو عمدو لباس ڇڏي احرام جون بہ چادرون ويڙهي ڏٽي سائين جي سامهون عاجزي انڪساري جو اظهار ڪندا آهن ۽ هر وقت لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ (حاضر آهيان اي منهنجا پروردگار! حاضر آهيان) ۽ دعائن توڙي ياڏائڻ ۾ مصروف هوندو آهي.

**مناسڪ حج:** حج جي موسم ۾ سڄي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ کان مسلمان مڪي شريف ڏانهن ايندا آهن. جڏهن ميقات (احرام ٻڌڻ جي جڳهہ) تي پهچندا آهن، تہ مرد پنهنجا قومي ۽ ثقافتي ويس وڳا لاهي احرام جون بہ سفيد چادرون ويڙهيندا آهن، جڏهن تہ عورتون پنهنجي لباس ۾ ئي هونديون آهن. پوءِ سڀ حج جي نيت ڪري هيءَ دعا پڙهندا آهن جنهن کي ”تلبيہ“ چئبو آهي.

لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ لَبَّيْكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ لَبَّيْكَ إِنَّ الْحَمْدَ وَالنِّعْمَةَ لَكَ وَالْمُلْكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ

ترجمو: ”آءٌ حاضر آهيان اي الله! آءٌ حاضر آهيان. آءٌ حاضر آهيان. تنهنجو ڪو شريڪ ناهي، آءٌ حاضر آهيان. بيشڪ سڀ تعريفون تنهنجي لاءِ ئي آهن. ۽ سڀئي نعمتون تنهنجيون آهن. ۽ سموري بادشاهي تنهنجي لاءِ آهي. تنهنجو ڪو شريڪ ناهي“.

اٺين ذوالحج تي حاجي سڳورا صبح جو منيٰ پهچندا آهن ۽ پوءِ نائين ذوالحج جي صبح جو عرفات جي ميدان ۾ گڏ ٿيندا آهن. جتي امام صاحب حج جو خطبو ڏيندو آهي ۽ ظهر ۽ عصر جون نمازون گڏي پڙهيون وينديون آهن. سج لهڻ کان بعد حاجي سڳورا ميدان عرفات مان نڪري مزدلفه ۾ گڏ ٿيندا آهن. مغرب ۽ عشاء جون نمازون گڏي پڙهندا ۽ رات اتي گذاريندا آهن. 10 ذوالحج جي صبح جو جمره عقبه کي پٿريون هڻندا آهن. پوءِ قرباني ڪندا آهن. تنهن بعد حَلق يا قصر ڪرائيندا آهن. پوءِ بيت الله جي زيارت لاءِ اوڏانهن روانا ٿيندا آهن. جتي ان جو طواف ڪندا آهن.

**حج جي عالمگيريت:** جهڙي طرح پنج وقتي نماز محلي جي مسلمانن کي مسجد ۾ گڏ ڪري ٿي ۽ هفتيوار جمعي نماز شهر جي مسلمانن کي جامع مسجد ۾ جمع ٿي ڪري ۽ ٻنهي عيدن جا سالانہ اجتماع ملڪ جي وڏن توڙي ننڍن شهرن ۾ مسلمانن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جو سبب بڻجن ٿا، جيئن انهن ۾ اخوت، اتفاق ۽ اتحاد پيدا ٿئي، پر حج هڪ اهڙو پرڏيهي سالانو اجتماع آهي، جنهن ۾ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ جا مسلمان اچي هڪ هنڌ گڏ ٿين ٿا. جن جا رنگ، ٻوليون، قومون ۽ ملڪ تہ جدا جدا هوندا آهن، پر اهي پنهنجا سڀ ويڇا وساري هڪ لباس ۾ هڪ برادري جو منظر پيش ڪندا آهن ۽ عملي طور عالمي ڀائپي ۽ اتحاد جو هڪ اهڙو نمونو بڻجي پوندا آهن، جنهن جهڙو منظر ٻي ڪنهن بہ عبادت ۾ نظر نہ ٿو اچي.

حج انساني مساوات جو عالَمي نمونو پيش ڪري ٿو ۽ هر قسم جي فرقن کي ختم ڪري ٿو. ساڳي نموني حج انسانن کي هڪ ٻئي مان علمي استفادي جو پرڏيهي موقعو فراهم ڪري ٿو ۽ حج عالمي سطح تي تجارتي فائدي حاصل ڪرڻ جي راه هموار ڪري ٿو. دنيا جهان جي تهذيبن، ٻولين ۽ ثقافتن کان متعارف ڪرائي ٿو. پرڏيهي تجارتي فائدا تہ حاصل ٿين ٿا پر سڀ کان وڏيڪ روحاني فائدا حاصل ٿين ٿا.

## سبق جو خلاصو

- حج جي معنيٰ آهي قصد ۽ ارادو ڪرڻ. شريعت جي اصطلاح ۾ حج جي مقرر ڏينهن ۾ مڪي شريف اندر بيت الله جو طواف ڪرڻ ۽ ٻين مقدس ڏينهن ۾ مڪي شريف اندر بيت الله جو طواف ڪرڻ ۽ ٻين مقدس جڳهن تي حج جا مناسڪ پورا ڪرڻ جو نالو حج آهي.
- حج اسلام جو اهم رڪن ۽ عبادت آهي. زندگيءَ ۾ هڪ دفعو هر ان شخص تي حج فرض آهي جيڪو بيت الله تائين پهچڻ جي طاقت رکي ٿو.
- حج هڪ اهم عبادت آهي. جيڪو پوري دنيا جي مسلمانن وچ ۾ اتفاق ۽ اتحاد قائم ڪرڻ جو اهم ذريعو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون حج جو مفهوم ۽ ان جو مقصد ۽ عالمي حيثيت بابت هڪ ٻئي سان مذاڪرو ڪن.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون حج جي اهميت بابت هڪ مختصر مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون حج جي مناسڪ وارن مقامات جون تصويرون گڏ ڪري ڪاپين ۾ لڳائي خوبصورت البم جوڙين.

# مشق

.1 **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(1) حج جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟

(2) شريعت ۾ حج مان ڇا مراد آهي؟

(3) حج ڪهڙن مسلمانن تي فرض آهي؟

(4) ميقات مان ڇا مراد آهي؟

.2 **هيٺيان خال ڀَرِيو:**

(1) حج سن __________ هجري ۾ فرض ٿيو.

(2) حج ۾ ________ جو طواف ڪيو ويندو آهي.

(3) __________ واري جڳهه تي جمرات کي پٿريون هڻبيون آهن.

(4) __________ جي مقام تي مغرب ۽ عشاء جون ٻه نمازون گڏي ادا ڪيون ويندڙيون آهن.

(5) حج زندگيءَ ۾ __________ فرض آهي.

.3 **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1_ سالانو پرڏيهي اجتماع ٿيندو آهي:

(الف) نماز ۾ (ب) روزي ۾

(ج) زڪوات ۾ (د) حج ۾

2_ حج فرض آهي:

(الف) هر انسان تي (ب) نوجوان مسلمانن تي

(ج) مسلمان عورتن تي (د) هر ان مسلمان تي جيڪو ان جي طاقت رکندو هجي

3_ حج زندگيءَ ۾ فرض آهي:

(الف) هڪ دفعو (ب) ٻه دفعا

(ج) ٽي دفعا (د) چار دفعا

4_ حج جي امام پنيان ظهر ۽ عصر جون ٻه نمازون گڏي پڙهيون وينديون آهن:

(الف) منيٰ ۾ (ب) عرفات ۾

(ج) مزدلفه ۾ (د) مڪي مڪرمه ۾

## 4. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ حج هڪ عالمي عبادت آهي. | | |
| 2_ حج صرف هڪ مالي عبادت آهي. | | |
| 3_ حج مسلمانن جي اتفاق ۽ اتحاد توڙي انساني مساوات جي اظهار جو اهم ذريعو آهي. | | |
| 4_ حج مسلمانن کي پنهنجي هر شيءِ الله جي رستي ۾ قربان ڪرڻ جو درس نه ٿو ڏئي. | | |
| 5_ حج پرڏيهي واپار ۽ نفعي حاصل ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿو. | | |

## 5. هيٺين لفظن جي مختصر تعريف لکو:

1_ ميقات: ........................................

2_ احرام: ........................................

3_ طواف: ........................................

4_ تلبيه: ........................................

6. جملن کي صحيح ڪرڻ لاءِ درست لفظ جي چونڊ ڪيو:

1_ حج جي لفظي معنيٰ (ارادو ڪرڻ/ زيارت ڪرڻ) آهي.

2_ حج جي زندگيءَ ۾ هڪ دفعو **(فرض/نفل)** آهي.

3_ حديث مطابق استطاعت باوجود جنهن حج ادا نہ ڪيو تہ اهو **(مسلمان/يهودي)** ٿي مري.

4_ حج هڪ اهڙي پرڏيهي عبادت آهي، جيڪا مسلمانن جي درميان **(اتفاق/اختلاف)** جو ذريعو آهي.

## استادن لاءِ هدايتون

- استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حج جي مناسڪ ادا ڪرڻ جو طريقہ ڪار سمجهائي.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان هيٺين عنوانن بابت مختصر مضمون لکرائي.

❖ حج مان ڇا مراد آهي، ميقات، احرام، تلبيه، عمره، بيت الله، طواف، مقام ابراهيم، صفا، مروه، سعي، منيٰ، عرفات، مزدلفه، رمي الجمار، قرباني، حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَامُ، حضرت اسماعيل عَلَيْهِ السَّلَامُ، حضرت بي بي هاجره، زمزم جو کوھ، تقويٰ، زادِ راھ ۽ حج ذريعي پرڏيهي تعلقات.

باب ٽيون

# سيرت طَيّبه

سيرت جي لفظي معنيٰ طريقو رستو طرزِ زندگي يا زندگي گذارڻ جو نمونو آهي، جڏهن تہ ”طيّبه “ جي معنيٰ پاڪيزه آهي. ”سيرت طيّبه “ مان مراد آهي، رسول پاڪ ﷺ جي زندگي گذارڻ جو نمونو جيڪو پوري زندگيءَ ۾ اپنايائون. پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگي گذارڻ جو اهو نمونو جيئن تہ قرآن مجيد جو عملي تفسير آهي. تنهن ڪري ان کي پڙهڻ سکڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ هر مسلمان جي ذميداري آهي.

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ (الاحزاب:21)

”بيشڪ اوهان لاءِ الله جي پيغمبر جي طريقي ۾ عمدي پيروي آهي“.

ٻي آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: ۽ جيڪي پيغمبر اوهان کي ڏئي سو وٺو ۽ جنهن کان اوهان کي جهلي تنهن کي ڇڏي ڏيو. (الحشر: 7)

رسول الله ﷺ جي سيرت تمام گهڻي جامع ۽ ڪشادي آهي. جنهن ۾ ٻانهي ۽ الله جي تعلق، ٻانهن جي هڪ ٻئي سان تعلق. سياسي، سماجي ۽ معاشي (بلڪ زندگيءَ جي هر شعبي جي) حوالي سان بيشمار هدايتون مليل آهن. جيڪي انسانيت کي ڀلائي ڏانهن رهنمائي ڪن ٿيون. پر هن باب ۾ اسين پاڻ سڳورن ﷺ جن جي سيرت طيّبه جا اهي چونڊ پهلو بيان ڪيون ٿا، جيڪي انساني شخصيت جي سڌاري ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. جيئن، خلق عظيم، صبر ۽ تحمل، اخلاص ۽ تقويٰ، عدل ۽ احسان، حُسنِ معاشرت، اندازِ گفتگو ۽ گهريلو زندگي.

# مقصدَ

هن باب ۾ جيڪي عنوان ڏنا ويا آهن انهن جو مقصد شاگردن جي ذهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي سيرت پاڪ ۽ اسوه حسنه جي محبت جاڳائڻ ۽ سيرت پاڪ جي روشن پهلوئن کان واقف ڪرڻ آهي، جيئن هو پنهنجي زندگيءَ ۾ انهن تي عمل ڪري باعمل مسلمان بڻجي سگهن.

# 1_ خُلقِ عظيم

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- خلق عظيم جو مفهوم سمجهي ان جو مطلب بيان ڪري سگهندا.
- حضور اڪرم ﷺ جن جي خلق عظيم جي پيروي ڪري سٺا مسلمان ۽ باڪردار شهري بڻجي سگهندا.
- پاڻ سڳورن ﷺ جن جي خلقِ عظيم (رحمت ۽ شفقت) جا مختلف مثال پيش ڪري سگهندا.

خُلق عظيم انساني اخلاق جو اعليٰ رتبو آهي، اخلاق انسانن جي سونهن آهن، جيڪو ماڻهو اخلاق ۾ جيترو بلند هوندو سماج ۾ اهو اوترو عزت وارو ۽ پروسي جوڳو هوندو سندس ڳالهه مڃي ويندي ۽ ان جي پيروي ڪئي ويندي، دين ڏانهن دعوت ڏيندڙ واري لاءِ عمده اخلاق جو صاحب هجڻ بي حد ضروري آهي، اهوئي سبب آهي، جو اسان جا آخري نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ (دين جي داعي هجڻ سان گڏ) اخلاق جي اعليٰ درجي تي فائز هئا. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَ اِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ (القلم:4)

ترجمو: ۽ بيشڪ تون وڏي (بلند) اخلاق تي آهين.

پاڻ سڳورن ﷺ جي خلق عظيم جا ڪجھہ مثال:

**رحمت ۽ شفقت:** نبي ڪريم ﷺ جن تمام گھڻو رحيم ۽ شفيق هئا. پاڻ پنهنجي پوري حياتي ۾ ذاتي بدلو وٺڻ لاءِ ڪڏهن بہ ڪنهن تي هٿ نہ کنيائون. نہ ڪنهن مرد ۽ عورت مٿان، نہ ئي ڪنهن ٻار يا غلام تي. سندن بي پناهہ رحم ۽ ٻاجھہ مان مؤمنن، ڪافرن، منافقن، عورتن، ٻارن، غلامن توڙي جانورن بہ فائدو پرايو.

**غير مسلمن مٿان رحم ۽ ٻاجھہ:** پاڻ سڳورن ﷺ جن جو غير مسلمن سان بہ رحم ۽ ٻاجھہ وارو رويو رهيو. انهن جي تڪليفن ڪي برداشت ڪيائون. پنهنجي ذات لاءِ ڪڏهن بہ ڪائنٽ بدلو نہ ورتائون. بلڪ انهن تي جيڪڏهن ڏڪر ايندو هو تہ ان جي لاءِ بارش جون دعائون گهرندا هئا. انهن جي مالي امداد فرمائيندا هئا. جيڪڏهن جنگ ۾ ڪافرن مٿان سوپارا ٿيندا هئا تہ انهن سان رحم وارو سلوڪ ڪرڻ فرمائيندا هئا.

**عورتن مٿان رحم ۽ ٻاجھہ:** حضور اڪرم ﷺ جن جي نبوت کان اڳ عورت سماج ۾ سڀ کان وڌيڪ مظلوم طبقي ۾ شامل هئي. کيس ڪمزور ۽ حقير سمجھيو ويندو هو ان سان هر قسم جو غير انساني سلوڪ ڪيو ويندو هو پاڻ سڳورن ﷺ عورت کي معاشري ۾ عزت ڀريو مقام عطا فرمايو. ان جا (ماءُ، ڌيءُ، زال جي حيثيت سان) حق مقرر فرمائي کيس هر طرح جي ظلم ۽ زيادتي کان نجات ڏياري، پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

"توهان مان بهترين ماڻهو اهي آهن، جيڪي پنهنجي گهر وارن لاءِ بهتر آهن".

**ٻارن مٿان شفقت:** نبي ڪريم ﷺ جن جو ٻارن سان پيار ۽ انهن تي رحم ۽ شفقت مثالي هئا، ڪو صحابي يا صحابياڻي پنهنجو ٻار پاڻ سڳورن ﷺ وٽ کڻي ايندا هئا تہ پاڻ ان کي پنهنجي هنج ۾ ويهاري پيار ڪندا هئا. ان کي دعا ڏيندا ۽ ان سان دل وندرائڻ واريون ڳالهيون ڪندا هئا.

هڪ دفعي پاڻ سڳورن ﷺ جن حضرت حسن رضي الله عنه کي پيار مان چُمي ڏني، اتي ويٺل هڪ شخص اقرع بن حابس رضي الله عنه چوڻ لڳو: "مون کي ڏھہ ٻار آهن، پر انهن مان ڪنهن کي بہ مون اڄ تائين چُمي ناهي ڏني" پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏانهن متوجه ٿيندي فرمايو:

مَنْ لَّا يَرْحَمُ لَا يُرْحَمُ

جيڪو شخص ٻين تي رحم نٿو ڪري، ان تي بہ رحم نہ ڪيو ويندو.

ٻئي دفعي پاڻ فرماياؤن: ”جيڪو اسان جي ننڍن تي رحم نہ ٿو ڪري اهو اسان مان ناهي“.

**جانورن مٿان رحم:** پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ٻاجهہ انسانن تائين محدود ڪين هئي، پر پاڻ بي زبان جانورن تي بہ ٻاجهہ ڪندا هئا (۽ انهن سان سهڻي ورتاء جو حڪم فرمايائون) جانورن کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ کان منع فرمايائون. ماڻهو جيئري جانور کي ٻڌي ان تي نشاني بازي ڪندا هئا. ان کان پاڻ سختي سان روڪيائون، ساڳي نموني جانور مٿان بار لَڏي انهن کي بيهاري ڇڏڻ کان پڻ منع فرمايائون.

پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اهڙي اڻ ڪٿ رحم ۽ شفقت ڏانهن اشارو ڪندي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: ۽ (اي پيغمبر!) توکي خاص جهانن جي رحمت لاءِ موڪليوسون.

(سورة الانبياء: 107)

**معاف ۽ درگذر ڪرڻ:** نبي پاڪ ﷺ جن جو ماڻهن کي معاف ۽ درگذر ڪرڻ توڙي انهن سان سهڻي ۽ نرمي واري سلوڪ ڪرڻ جو تذڪرو الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ هن طرح فرمايو آهي:

ترجمو: پوءِ (اي پيغمبر!) الله جي ٻاجهہ سببان اُنهن لاءِ نرم ٿيو آهين، ۽ جيڪڏهن ڪاوڙيل سخت دل هجين ها تہ ضرور تنهنجي آسپاس کان ڀڄي اُٿن ها.

(آل عمران: 159)

بيشڪ نبي پاڪ ﷺ جن جي مبارڪ زندگي سهڻن اخلاقن جو بي مثال نمونو هئي، جيئن تہ اسان پاڻ سڳورن ﷺ جا امتي آهيون، تنهن ڪري اسان لاءِ ضروري آهي تہ اسين پنهنجي نبي سڳوري ﷺ جي اعليٰ اخلاقن کي اپنائي، معاشري جا بهترين فرد ثابت ٿيون.

- خلق عظيم جو مطلب آهي، اخلاق جو اعليٰ ۽ مٿاهون درجو.
- اسان جو نبي سڳورو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ اخلاق جي ان اعليٰ مقام خلق عظيم جو صاحب هو.

- پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي دوستن، دشمنن، ننڍن، وڏن انسانن توڙي جانورن سان ٻاجهه، رحم ۽ شفقت وارو سهڻو سلوڪ رکندا هئا. پاڻ سڳورن اسان کي بہ اهڙي بلند اخلاق اپنائڻ جو درس ڏنو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون خلقِ عظيم جو مفهوم هڪ ٻئي کي ٻڌائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون خلق عظيم بابت ڏنل آيت سڳوري سهڻن اکرن ۾ ترجمي سميت لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون نبي پاڪ ﷺ جن جي سيرت مان سندن ٻارن سان شفقت جا ڪي بہ واقعا تلاش ڪري لکن.

## مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) قرآن مجيد ۾ خلق عظيم واري صفت ڪنهن جي باري ۾ بيان ٿي آهي؟

(2) پاڻ سڳورن ﷺ جن جي رحمت ۽ شفقت مان ڪنهن ڪنهن فائدو حاصل ڪيو؟

(3) الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي ڪنهن لاءِ رحمت بڻائي موڪليو آهي؟

(4) قرآن مجيد جي آيت " وَاِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ " جو ترجمو ڇا آهي؟

### .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) خلق عظيم انساني اخلاق جي ____________ مرتبي کي چئبو آهي.

(2) هڪ دفعي رسول الله ﷺ حضرت __________ کي چمي ڏني.

(3) اقرع بن حابس رضي الله عنه چيو: منهنجا ____________ ٻار آهن، پر مون ڪڏهن بہ انهن مان ڪنهن کي چمي ناهي ڏني.

(4) جيڪو شخص ____________ نہ ٿو ڪري ان تي رحم نہ ڪيو ويندو.

(5) پاڻ سڳورا ﷺ جن جانورن سان بہ ____________ شفقت وارو سلوڪ ڪندا هئا.

## 3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1ـ حضور اڪرم ﷺ جن کي رحمت بڻائي موڪليو ويو آهي:

(الف) ڪافرن لاءِ (ب) مشرڪن لاءِ
(ج) مؤمنن لاءِ (د) سڀني جهانن لاءِ

2ـ هڪ دفعي پاڻ سڳورن ﷺ پار کي چمي ڏني جيڪو هو:

(الف) حضرت حسن رضي الله عنه (ب) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما
(ج) حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما (د) حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما

3ـ پاڻ نبي اڪرم ﷺ فرمايو: ”توهان مان بهترين ماڻهو اهي آهن، جيڪي پنهنجي گهر وارن لاءِ بهتر آهن“ ان مان مراد آهن:

(الف) مرد (ب) عورتون
(ج) پاڙيسري (د) رشتيدار

## 4. ڪالم 1ـ جا لفظ ڪالم 2ـ جي مناسب لفظن سان ملائي جملا پورا ڪريو:

| ڪالم ـ 1 | ڪالم ـ 2 |
|---|---|
| 1ـ جيڪو ماڻهو رحم نہ ٿو ڪري | عمده اخلاقن وارو ٿيڻ بيحد ضروري آهي |
| 2ـ ديني دعوت ڏيڻ واري لاءِ | جانورن کي هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ کان منع فرمايو |
| 3ـ پاڻ سڳورن ﷺ جن | نہ هئي، جيڪا پاڻ سڳورن ۾ نہ هجي. |
| 4ـ اخلاقي اعتبار سان ڪا اهڙي خوبي | ان تي رحم نہ ڪيو ويندو. |

.5 هيٺيان جملا پورا ڪريو:

1_ خلق عظيم ________________________________

2_ توهان مان بهترين ماڻهو اهي آهن ______________________

3_ جيڪو ننڍن تي شفقت نہ ٿو ڪري ______________________

4_ اي محمد! اسان توکي جهانن لاءِ ______________________

## استادن لاءِ هدايتون

- حضور اڪرم ﷺ جي خلق عظيم عنوان بابت شاگردن ۾ شاگرديائڻين ۾ هڪ تقريري مقابلي جو اهتمام ڪيو وڃي.
- رحمت ۽ شفقت بابت ڪجهہ آيتن ۽ حديثن جو چارٽ ٺاهي درسگاهہ ۾ لڳايو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن کان مختصر مضمون لکرايو:
  - ❖ رحمة للعالمين ﷺ جو امتِ مسلمه تي لطف ۽ ڪرم
  - ❖ رحمة للعالمين ﷺ جو عورتن مٿان لطف ۽ ڪرم
  - ❖ رحمة للعالمين ﷺ جو خدمتگارن سان سلوڪ
  - ❖ رحمة للعالمين ﷺ جو دين جي دشمنن سان رحم ۽ ڪرم

# 2- صبر ۽ تحمل

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کانپوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان لائق ٿيندا ته اهي:

- صبر ۽ تحمل جو مفهوم ۽ انجي فضيلت بيان ڪري سگهندا.
- حضور اڪرم ﷺ جي سيرت پاڪ مان صبر تحمل بابت چند مثال پيش ڪري سگهندا.
- هڪ ٻئي سان لڙائي جهڳڙي ڪرڻ کان بچي صبر تحمل جو مظاهرو ڪري سگهندا.

**صبر ۽ تحمل جو مفهوم:** صبر جي معنيٰ آهي، پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ آڻڻ ۽ روڪي رکڻ.

**تحمل** جي لفظي معنيٰ آهي، بار کڻڻ ۽ برداشت ڪرڻ، سهپ ڌارڻ.

شريعت جي اصطلاح ۾ صبر ۽ تحمل جو مطلب آهي ته زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي بردباري سان برداشت ڪرڻ ۽ پرسڪون رهڻ، اهڙي طرح الله تعاليٰ جي دين جي سربلندي لاءِ ڪوشش ڪندي، جيڪڏهن ڪي تڪليفون ۽ پريشانيون اچي وڃن ته انهن کي الله جي رضا خاطر برداشت ڪرڻ به صبر ۽ تحمل آهي.

**صبر جا قسم:** قرآن ۽ سنت جي روشني ۾ صبر جا هيٺيان چار قسم آهن:

- انساني زندگيءَ ۾ ايندڙ تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي برداشت ڪرڻ ۽ پرسڪون رهڻ دائهون، ڪوڪون ۽ بي صبري جو اظهار نه ڪرڻ
- الله تعاليٰ جي اطاعت ڪرڻ ۽ گناهن کي ڇڏڻ جي ڪري جيڪي تڪليفون ۽ مصيبتون پهچن انهن کي سهڻ ۽ برداشت ڪرڻ.
- حق جي راه ۾ ايندڙ تڪليفن ۽ مصيبتن کي الله جي رضا خاطر دل جي خوشيءَ سان برداشت ڪرڻ.

مطلب آهي ته ڪفر، شرڪ، ظلم ۽ ڏاڍ کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ اسلام جي رحمت واري پيغام کي ڦهلائڻ لاءِ اسان کي هميشه جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ان راه ۾ ڪي تڪليفون اچن ته انهن کي برداشت ڪرڻ جو نالو صبر ۽ تحمل آهي.

**صبر ۽ تحمل جي فضيلت ۽ اهميت:** اسلام ۾ صبر ۽ تحمل جي تمام وڏي اهميت آهي. الله تعاليٰ صبر ڪرڻ وارن لاءِ بي حساب اجر جو وعدو فرمايو آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ فرمان آهي:

إِنَّمَا يُوَفَّى الصّٰبِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ۝ (الزمر: 10)

ترجمو: رڳو صابرن کي سندن بدلو اڻ ڳڻيو ڏبو.

هڪ روايت موجب پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "مسلمان کي جيڪا به تڪليف پهچي ٿي، پوءِ اها ٿڪاوٽ هجي، ڪو درد، ڏک يا ڪا فڪرمندي هجي يا ڪو غم ۽ ايذاء هجي، ايتري تائين جو جيڪڏهن ڪنهن مسلمان کي ڪو ڪنڊو به لڳي ٿو (۽ هو ان تي صبر ڪري ٿو) ته الله تعاليٰ ان جي بدلي ۾ سندس خطائون بخشي ڇڏي ٿو."

صبر ۽ تحمل جي ڪري تڪليفن کي برداشت ڪرڻ آسان ٿي پوندو آهي، بيچيني ۽ گهٻراهٽ کان ڇوٽڪارو ملندو آهي، منزل تائين پهچڻ آسان ٿي پوندو آهي، سڀ کان وڏي ڳالهه ته صبر ۽ تحمل گناهن جي بخشش جو ذريعو آهي ۽ ان سان الله تعاليٰ جو قرب نصيب ٿئي ٿو. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: بيشڪ الله تعاليٰ صبر ڪندڙن سان گڏ آهي. (سورة البقره: 153)

**پاڻ سڳورن ﷺ جي صبر ۽ تحمل جا چند مثال:** الله تعاليٰ پاڪ پيغمبر حضرت محمد ﷺ جي ذمي اهو اهم ڪم رکيو هو ته پاڻ اسلام جو پيغام عام ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪن. ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن اهو سمورو ڪم لڳ ڀڳ ٽيويهن سالن جي مختصر عرصي ۾ پورو ڪري ڏيکاريو. ان ڪم دوران پاڻ سڳورن کي ڪيترين ئي تڪليفن ۽ مصيبتن سان مهاڏو اٽڪائڻو پيو. مڪي جي مشرڪن ڪين ايذائڻ کان ڪين گهٽايو. ڪڏهن زباني طعني تنڪي ۽ بدڪلامي ذريعي، ڪڏهن سندن رستي ۾ ڪنڊا ۽ ڪچرو ڦٽي ڪري ۽ ڪڏهن وري سندن ساٿين صحابه ڪرام کي ڏکوئيندڙ تڪليفون ڏئي ڪري ڪين ستايو. حضرت ياسر رضي الله عنه ۽ ان جي گهر واري حضرت بي بي سُمّيه رضي الله عنها کي (ايمان آڻڻ جي ڪري) نهايت بيدرديءَ سان شهيد ڪيو ويو. مڪي جي مشرڪن پاڻ سڳورن ﷺ سان معاشرتي بائيڪاٽ ڪيو جنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ ٽي سال سانده شعبِ ابي طالب (نالي گهاٽي ۾) بند ٿي گذاريا. جتي رسول الله ﷺ جن پنهنجي گهر وارن همدردن ۽ ساٿين سميت مختلف قسم جي تڪليفن ۽ فاقه ڪشي کي منهن ڏنو انهن سيني تڪليفن

باوجود پاڻ سڳورا ﷺ انهن لاءِ دعائون گهرندا رهيا. "اي الله هنن کي هدايت فرماءِ اهي نہ ٿا ڄاڻن".

هڪ دفعي رسول الله ﷺ طائف ڏانهن دين جي تبليغ لاءِ روانا ٿيا, اتان جي سردارن سندن ڳالھ ٻڌڻ ۽ مڃڻ بدران سندن توهين ڪئي, پنهنجن آواره ماڻهن ۽ ڇوڪرن کي ڀڙڪايائون, جن پاڻ سڳورن ﷺ تي هوڪارا ڪيا ۽ پٿر وسايا, جنهن ڪري رحمت للعالمين نبي سڳورو ﷺ زخمي ٿي رتورت ٿي پيو ۽ سندن جتي مبارڪ رت سان رڱجي وئي. الله تعاليٰ طرفان ڪين آڇ ڪئي وئي تہ جيڪڏهن اوهان چاهيو تہ انهن ڪافرن کي برباد ڪيو وڃي, پر پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "اي منهنجا پروردگار! انهن کي هدايت ڏي, اهي مون کي نہ ٿا سڃاڻن". اهو پاڻ سونهارن جي صبر ۽ تحمل جو ئي نتيجو هو جو سندن ٽيويهن سالن جي مختصر جدوجهد جي ڪري عرب جي جزيري تي توحيد جو نور چمڪڻ لڳو ۽ بت پرستي جو خاتمو ٿيو.

پاڻ سڳورن ﷺ جن جي اسوه حسنه مان اسان کي هي سبق ملي ٿو تہ ڪنهن بہ عظيم مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صبر ۽ تحمل لازمي آهي, اسان کي گهرجي تہ هر حال ۾ پنهنجي پياري نبي حضرت محمد ﷺ جي نقشِ قدم تي هلئون ۽ زندگيءَ جي هر موڙ تي هر قسم جي تڪليفن ۽ مصيبتن جو مڙس ٿي مقابلو ڪريون. جيئن دنيا ۽ آخرت جون ڪاميابيون ماڻي سگهون.

- صبر مان مراد آهي زندگيءَ ۾ ايندڙ تڪليفن ۽ مصيبتن کي بردباري سان برداشت ڪرڻ, دانهون ڪوڪون نہ ڪرڻ بلڪ پرسڪون رهڻ.
- ساڳي طرح الله تعاليٰ جي دين جي سربلندي لاءِ جدوجهد ڪندي پيش ايندڙ تڪليفن ۽ پريشانين کي خدا جي رضامندي خاطر برداشت ڪرڻ بہ صبر ۽ تحمل آهي.
- اسلام اسان کي سيکاري ٿو تہ مصيبتن ۽ تڪليفن کان گهبرائجي تنگ ٿي پوئتي نہ هٽڻ گهرجي بلڪ حق تي مضبوط رهڻ گهرجي, تڪليفن کي صبر ۽ تحمل سان پورو ڪرڻ گهرجي, پاڻ سڳورن ۽ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم هر طرح جي تڪليفن ۽ ايذائن کي برداشت ڪري صبر ۽ تحمل جو اعليٰ مثال پيش ڪيو آهي.
- صبر ڪرڻ وارن سان الله تعاليٰ دنيا ۾ ڪاميابي ۽ آخرت ۾ بي انتها اجر, ثواب جو وعدو فرمايو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- صبر ۽ تحمل جي مفهوم ۽ اهميت بابت هڪ مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکاريو.
- ”هڪ طالب علم/شاگرد جي حيثيت سان ڪٿي ۽ ڪڏهن اوهين صبر ۽ تحمل جو مظاهرو ڪري سگهو ٿا“ تي مذاڪرو ڪيو.

## مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. شريعت جي اصطلاح ۾ صبر ۽ تحمل جو ڪهڙو مفهوم آهي؟
2. صبر ۽ تحمل بابت ڪنهن هڪ آيت جو مفهوم لکو.
3. صبر جي قسمن مان ڪو هڪ قسم بيان ڪريو.
4. مڪي شريف ۾ ڪهڙي صحابي ۽ صحابياڻي کي شهيد ڪيو ويو هو؟

### .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) صبر جي معنيٰ آهي، پنهنجو پاڻ کي __________ ۾ رکڻ.

(2) زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي ______ سان برداشت ڪرڻ.

(3) رسول الله ﷺ جي اسوه حسنه مان اسان کي سبق ملي ٿو ته عظيم مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ __________ لازمي آهي.

(4) صبر ۽ __________ سان مصيبتن ۾ آساني ٿي پوندي آهي.

(5) پاڻ سڳورن ﷺ جي __________ سالن جي مختصر جدوجهد ذريعي پوري جزيره عرب ۾ توحيد جو نور چمڪڻ لڳو.

### .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ الله تعاليٰ بي حساب ثواب ڏيندو آهي:

(الف) صبر ڪندڙن کي　　(ب) جهاد ڪندڙن کي
(ج) نماز پڙهندڙن کي　　(د) حج ڪندڙن کي

2_ طائف وارن پاڻ سڳورن ﷺ کي:

(الف) عزت ۽ احترام ڏنو　　(ب) نبي مڃيو
(ج) رتورت ڪيو　　(د) ڪاڎو ڪارايو

3_ طائف وارن جي ايذائڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ انهن لاءِ دعا ڪئي ته:

(الف) اي الله! انهن کي برباد ڪر　　(ب) يا الله! انهن کي هدايت فرماءِ
(ج) يا الله! انهن کي پاڻ ۾ ويڙهاءِ　　(د) اي الله! انهن کي ڏکر ۾ مبتلا ڪر.

4_ بيشڪ الله تعاليٰ گڏ آهي:

(الف) صبر ڪرڻ وارن سان　　(ب) نماز پڙهڻ وارن سان
(ج) شڪر ڪرڻ وارن سان　　(د) روزيدارن سان

### .4 صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ صبر ۽ تحمل جو مفهوم آهي، ڪنهن شيءِ کي برداشت نه ڪرڻ. | | |
| 2_ رسول الله ﷺ مڪي زندگي ۾ نهايت صبر ۽ تحمل جو مظاهرو ڪيو. | | |
| 3_ صبر ۽ تحمل ڪرڻ سان ثواب ملي ٿو. | | |
| 4_ حضرت حمزه رضي الله عنه کي مڪي ۾ شهيد ڪيو ويو. | | |
| 5_ دين جي سربلندي لاءِ ڪوشش دوران ايندڙ تڪليفن کي برداشت ڪرڻ کي "شڪر" چئبو آهي. | | |

5. **كالم -1 جا لفظ كالم-2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:**

| كالم -1 | كالم -2 |
|---|---|
| 1- صبر جي لفظي معنيٰ آهي | بار کڻڻ |
| 2- تحمل جي لفظي معنيٰ آهي | پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ رکڻ |
| 3- الله تعاليٰ صبر ڪندڙن | انهن کي بي شمار ثواب ملندو |
| 4- جيڪي صبر ڪندا | سان گڏ آهي. |

## استادن لاءِ هدايتون

- پاڻ سڳورن ﷺ جي صبر ۽ تحمل جي موضوع تي شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ هڪ تقريري مقابلي جو اهتمام ڪيو.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان " اِنَّ اللهَ مَعَ الصّٰبِرِيْنَ " بابت هڪ صفحي جو مضمون لکرايو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مختصر مضمون لکرايو:
  - مؤمن پنهنجي زندگيءَ ۾ صبر ۽ تحمل جو مظاهرو ڇو ڪندو آهي؟
  - جيڪڏهن مصيبتن تي صبر نہ ڪيو ويندو تہ ڪهڙو نتيجو نڪرندو؟
  - صبر ۽ تحمل ڇا کي چئجي ٿو؟ ان جي فضيلت ۽ اهميت
  - مصيبتن ۽ تڪليفن مٿان صبر ۽ برداشت

# 3ـ اخلاص ۽ تقويٰ

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان بعد شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- اخلاص ۽ تقويٰ جو مفهوم ۽ اهميت ٻڌائي سگهندا.
- اخلاص ۽ تقويٰ جهڙا گڻ اپنائي مخلص، متقي مسلمان ۽ سٺا شهري بڻجي ويندا

**اخلاص جو مفهوم:** اخلاص لاءِ خلوص جو لفظ بہ استعمال ٿيندو آهي، اخلاص جي لفظي معني آهي، خالص ڪرڻ. خالص جو لفظ اهڙي شيءِ لاءِ استعمال ٿيندو آهي جيڪا ملاوٽ کان پاڪ هجي. ”دين جي اخلاص“ مان مراد بہ اهو آهي تہ انسان جيڪو بہ ڪم ڪري محض الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري، ڪو ذاتي مفاد يا غرض ان سان نہ ڳنڍي. جيڪو ماڻهو اهڙي اخلاص سان ڪو عمل يا ڪم ڪندو آهي تنهن کي مخلص چئبو آهي.

**اخلاص جي اهميت:** الله تعاليٰ وٽ قبوليت جو شرف صرف اهڙي عمل کي حاصل ٿئي ٿو جيڪو خالص الله تعاليٰ جي رضا ۽ ان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو ويو هجي. ان ۾ ڏيکاءُ ۽ ذاتي مفاد جي ملاوٽ ٿيل نہ هجي جهڙي طرح قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَاعْبُدِ اللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ ۝ اَلَا لِلّٰهِ الدِّيْنُ الْخَالِصُ (الزمر: 2ـ3)

ترجمو: الله لاءِ (پنهنجي) عبادت کي خالص ڪري خاص اُن جي عبادت ڪر. خبردار ٿيءُ خالص عبادت الله جي لاءِ ٿئي آهي.

اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي:

اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّاتِ

ترجمو: عملن (جي ثواب) جو دارو مدار نيتن تي آهي.

هڪ دفعي حضور ﷺ جن فرمايو: ”الله تعاليٰ توهان جي شڪلين ۽ اوهان جي مال ڏانهن نہ ٿو ڏسي بلڪ اهو اوهانجي دلين ۽ عملن ڏانهن ٿي ڏسي ٿو تہ اهي ڪم اوهان ڪهڙي نيت سان ڪيا آهن“.

دنيا ۾ مقبوليت بہ ان ماڻهو کي ملندي آهي، جيڪو عوام جي فلاح ۽ انسانيت سان ڀلائي جي نيت سان ڪو ڪم ڪندو آهي، تنهن ڪري اسان کي گهرجي تہ جڏهن بہ اسين ڪو چڱو ڪم ڪريون تہ اخلاص سان ڪريون ۽ الله تعاليٰ جي رضامندي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون، جيئن دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻي سگهون.

**تقويٰ جو مفهوم:** تقويٰ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي، ڊڄڻ، بچڻ، پرهيز ڪرڻ. شريعت ۾ تقويٰ جي معنيٰ آهي دل جي پاڪيزگي، نيت جو خالص هجڻ ۽ دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت ۽ خوف پيدا ٿيڻ. جنهن جو مطلب هي آهي تہ انسان جي دل ۾ ان ڳالھ جو احساس پيدا ٿي وڃي تہ الله تعاليٰ هر وقت منهنجي هر عمل کي ڏسي پسي پيو. جيڪڏهن آءٌ نيڪ ڪم ڪندس تہ اهو مون کي ان جو سٺو بدلو ڏيندو پر جيڪڏهن برا عمل ڪندس تہ اهو مون کي ضرور سزا ڏيندو. اهڙي احساس ۽ خوف کي ڌيان ۾ رکي، هو نيڪي ۽ پرهيزگاري وارو رستو اختيار ڪري ۽ پاڻ کي بري نتيجي کان بچائي گڏوگڏ الله ۽ سندس رسول جي ڪنهن بہ صورت ۾ نافرماني نہ ڪري.

**تقويٰ جي اهميت:** اسلامي احڪامن جو نچوڙ ۽ مقصد صرف تقويٰ آهي، اسلام هر عمل ۾ پرهيزگاري وارو روح گهري ٿو. الله تعاليٰ ايمان، نماز، روزي حج ۽ قرباني جو اصل مقصد تقويٰ حاصل ڪرڻ قرار ڏنو آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

فَمَنِ اتَّقٰى وَ اَصْلَحَ فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَ لَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۝۳۵ (الاعراف: 35)

ترجمو: جيڪي ڊڄندا ۽ پاڻ سڌاريندا تن کي نڪي ڀؤ آهي ۽ نڪي اُهي غمگين ٿيندا.

جنت ۽ ان جون سموريون نعمتون تقويٰ وارن لاءِ آهن، جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

**ترجمو:** ”۽ جيڪي پرهيزگار آهن سي باغن ۽ نعمتن ۾ هوندا“.

**تقويٰ ئي فضيلت جو معيار آهي:** اسلام ۾ تقويٰ جي ڪيتري اهميت آهي، ان جو ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اسلام رنگ ۽ نسل، وطن ۽ ٻولي، حسب ۽ نسب يا مال ۽ عهدي کي فضيلت جو معيار قرار ناهي ڏنو بلڪ فضيلت جو معيار ”تقويٰ“ کي قرار ڏنو ويو آهي، جيڪا سيني نيڪين جو بنياد آهي، الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَجَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّقَبَآىِٕلَ لِتَعَارَفُوْاؕ اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَاللّٰهِ اَتْقٰىكُمْؕ (الحجرات: 13)

ترجمو: ۽ اسان ڪيون ذاتيون ۽ پاڙا جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو بيشڪ وڏيڪ ڀلو توهان ۾ الله وٽ آهي وڏيڪ پرهيزگار.

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ”بزرگي ۽ شرافت تقويٰ جو نالو آهي“. حجة الوداع جي موقعي تي پاڻ اعلان ڪندي فرمايائون: ”عربي کي عجمي تي، ۽ عجمي کي عربي تي، ڳوري کي ڪاري تي ۽ ڪاري کي ڳوري تي ڪا فضيلت ۽ برتري حاصل ڪانهي. مٿاهون اهو آهي، جنهن ۾ تقويٰ وڏيڪ آهي“.

مطلب تہ اخلاص ۽ تقويٰ اخلاقي ترقيءَ جو آخري ڏاڪو آهي، تنهنڪري اسان تي لازم آهي تہ جيڪڏهن اسان ڪنهن تي ڪو احسان يا ڪو چڱو ڪم ڪريون تہ اهو صرف ان نيت سان ڪريون تہ اسان کان اسان جو پالڻهار ۽ پروردگار راضي ٿئي. اسان تي پنهنجي رحمت نازل فرمائي ۽ پنهنجي ڪاوڙ ۽ ناراضپي کا محفوظ رکي. اهڙي ارادي سان ڪيل هر عمل دنيا ۾ مقبوليت ۽ الله تعاليٰ وٽ قبوليت جو شرف ماڻيندو آهي.

- اخلاص جو مطلب هي آهي تہ انسان جيڪو بہ ڪم ڪري صرف الله تعاليٰ جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري.
- تقويٰ مان مراد آهي تہ انسان جي دل ۾ اهو خوف ۽ احساس پيدا ٿي پوي تہ الله تعاليٰ هر وقت منهنجي هر ڳالهہ ڏسي پَسي پيو جيڪڏهن آءٌ چڱو ڪم ڪندس تہ اهو مون کي سٺو بدلو ڏيندو پر جيڪڏهن برا عمل ڪندس تہ هو مون کي سزا ڏيندو.
- اسلام ۾ اخلاص ۽ تقويٰ جي وڏي اهميت آهي، اسلامي تعليم مطابق انسان جي عملن جي جزا سزا ۽ انهن جي قدر ۽ قيمت جو تعين سندس ظاهري صورت تي ڪين ٿيندو بلڪہ ان جي نيت جي آڌار تي ڪيو ويندو جيڪا سندس نيت هئي.
- تقويٰ کي سمورن اسلامي احڪامن جو مقصود ۽ فضيلت جو معيار قرار ڏنو ويو آهي.

• شاگرد ۽ شاگردياڻيون اخلاص ۽ پرهيزگاري بابت هڪ آيت ۽ هڪ حديث خوشخط ترجمي سميت لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.

## مشق

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) دين ۾ اخلاص جو ڇا مطلب آهي؟

(2) شريعت ۾ تقويٰ جي معنيٰ ڇا آهي؟

(3) اخلاص بابت ڪنهن هڪ حديث جو مفهوم بيان ڪريو.

(4) تقويٰ بابت ڪنهن بہ هڪ آيت جو مفهوم ٻڌايو.

### 2. هيٺيان خال ڀَرِيو:

(1) خالص جو لفظ ڪنهن اهڙي شيءِ لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جيڪا __________ کان پاڪ آهي.

(2) جيڪو اخلاص سان ڪم ڪندو آهي ان کي __________ چيو ويندو آهي.

(3) عملن جو دارو مدار __________ تي آهي.

(4) بزرگي ۽ شرافت __________ جو نالو آهي.

(5) اسلام __________ جو معيار تقويٰ کي قرار ڏنو آهي.

## .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1۔ اسلامي احڪامن جو خلاصو ۽ مقصد صرف:

(الف) خوف آهي (ب) تقويٰ آهي

(ج) جدوجهد آهي (د) جنت آهي

2۔ حضرت محمد ﷺ جي فرمان مطابق عملن جي قدر ۽ قيمت جو مدار آهي:

(الف) ايمان تي (ب) خالص نيت تي

(ج) نماز تي (د) گناهن کان پرهيز ڪرڻ تي

3۔ انسان جيڪي بہ نيڪ عمل ڪري ان جو مقصد هجي.

(الف) جنت حاصل ڪرڻ (ب) عهدو حاصل ڪرڻ

(ج) مال دولت ماڻڻ (د) الله جي رضا حاصل ڪرڻ

4۔ اسان توهان کي مختلف قبيلن ۽ قومن ۾ ان ڪري ورهايو آهي جيئن توهين هڪ ٻئي کي:

(الف) سڃاڻي سگهو (ب) عزت ڏيو

(ج) مالي مدد ڪريو (د) تبليغ ڪريو

## .4 ڪالم ۔1 جا لفظ ڪالم ۔2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ۔1 | ڪالم ۔2 |
|---|---|
| 1۔ اهو عمل قبول ٿئي ٿو جيڪو | نہ ٿو ڏسي پر اهو اوهان جي دلين کي ڏسي ٿو. |
| 2۔ الله تعاليٰ توهان جي شڪلين ۽ مال کي | عجمي کي عربي تي ڪا فضيلت ۽ برتري ناهي. |
| 3۔ ڪنهن عربيءَ کي عجمي تي ۽ | قرباني وغيره جو اصل مقصد ”تقويٰ“ حاصل ڪرڻ قرار ڏنو آهي. |
| 4۔ الله تعاليٰ ايمان، نماز، روزي، حج ۽ | جيڪو خالص الله تعاليٰ جي رضا ۽ خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو ويو هجي. |

5. هيٺين عبارتن کي پورو ڪريو:

1_ اخلاص جي لفظي معنيٰ ____________________

2_ تقويٰ جي لفظي معنيٰ ____________________

3_ جيڪو ماڻهو اخلاص سان ڪم ڪري ٿو ان کي ____________________

4_ اسلامي احڪامن جو مقصد صرف ____________________

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي نبي اڪرم ﷺ جي سيرت ۽ صحابه ڪرام رضي الله عنهم جي حالات مان اخلاص ۽ تقويٰ جا ڪي واقعا ٻڌايو
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مختصر مضمون لکرايو.
  - ❖ تقويٰ جي اهميت
  - ❖ تقويٰ ڪهڙين شين سان پيدا ٿئي ٿي
  - ❖ تزڪيه نفس
  - ❖ متقيءَ جون وصفون
  - ❖ تقويٰ جا فائدا ۽ برڪتون

# 4_ عدل ۽ احسان

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- عدل ۽ احسان جو مطلب بيان ڪري سگھندا.
- حضور اڪرم ﷺ جن جو عدل ۽ احسان لکي سگھندا.
- هڪ مهذب معاشري ۾ اعتدال، امن ۽ ڀائيچاري برقرار رکڻ لاءِ عدل ۽ احسان جي حيثيت ۽ اهميت کان آگاهه ٿي، ان جا فائدا لکي سگھندا.
- عدل ۽ احسان جو فرق ٻڌائي سگھندا.

**عدل جو مفهوم:** ”عدل“ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي انصاف ڪرڻ، ڪنهن بہ شيءِ کي ٻن برابر حصن ۾ ورهائڻ، جو ٻنهي مان ڪنهن ۾ بہ گھٽ وڌائي نہ هجي. عدل مان مراد آهي تہ جيڪو ماڻهو چڱائي ڪري تہ ان سان بہ چڱائي ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ڪا برائي ڪري تہ ان کان اوترو ئي بدلو ورتو وڃي. ساڳئي نموني هر ڪم وقت تي ڪرڻ ۽ هر شيءِ کي سندس مناسب جڳهہ تي رکڻ کي بہ ”عدل“ چئبو آهي.

**احسان جو مفهوم:** احسان مان مراد آهي تہ نيڪي جي ڪم ۾ اڳرائي ڪجي، نيڪيءَ جو بدلو نيڪيءَ سان ۽ برائيءَ جي بدلي ۾ بہ چڱائي ڪئي وڃي. احسان اهو بہ آهي تہ هر ڪم خوبصورت ۽ بهترين طريقي سان سرانجام ڏنو وڃي. مطلب تہ هر ڪم ۾ خوبصورتي ۽ بهتري پيدا ڪرڻ کي ”احسان“ چئبو آهي.

**عدل جي اهميت:** قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ "عدل" جو حڪم فرمايو آهي:

اِعۡدِلُوۡا ۟ هُوَ اَقۡرَبُ لِلتَّقۡوٰی ۫ ( المائده: 8)

ترجمو: انصاف ڪريو اُهو پرهيزگاريءَ کي ڏاڍو ويجهو آهي.

هڪ ٻي آيت ۾ الله تعاليٰ عدل ۽ احسان کي گڏي بيان فرمايو آهي:

اِنَّ اللّٰهَ یَاۡمُرُ بِالۡعَدۡلِ وَ الۡاِحۡسَانِ (النحل: 90)

ترجمو: بيشڪ الله انصاف ۽ ڀلائي (ڪرڻ) جو حُڪم ڪري ٿو.

حقيقت ۾ عدل الله تعاليٰ جي صفت آهي، جنهن تي ڪائنات جو بنياد آهي ۽ جنهن سان هن معاشري جو بقاء آهي. ٻين لفظن ۾ عدل قانون جو نالو ۽ احسان اخلاق جو نالو آهي. رڳو عدل سان معاشرو ته قائم رهندو، پر خشڪ ۽ بي مزه رهندو. جڏهن ته احسان ذريعي برائين جي پاڙ نه ٿي اکيڙي سگهجي، مورڳو معاشرو خطرن سان گهيرجي ويندو. تنهن ڪري هڪ مهذب معاشري جي قيام لاءِ انهن ٻنهي جي گهڻي اهميت آهي.

**پاڻ سڳورن ﷺ جو عدل ۽ احسان:** پاڻ سڳورن ﷺ جن جو اهو دستور هو ته جڏهن به ڪو ماڻهو ڪنهن جي خلاف سندن عدالت ۾ ڪو مقدمو درج ڪرائيندو هو ته پاڻ عدل وارو فيصلو فرمائيندا هئا. سندس عدالت ۾ پنهنجي پرائي، مسلم، غير مسلم طاقتور ۽ ڪمزور جو ڪوبه فرق ڪين هوندو هو پر جيڪڏهن ڪو سندن ذات سان ڪا بي واجبي ڪندو هو ته پاڻ پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کان به بدلو نه وٺندا هئا بلڪ احسان جو مظاهرو فرمائيندي، درگذر ڪري ڇڏيندا هئا. ۽ ان لاءِ هدايت جي دعا ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جن اصحابن سڳورن کي به فرمايو هو ته "پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي غلطين کي معاف ڪندا ڪريو".

**عدل ۽ احسان جون مختلف صورتون:** عدل ۽ احسان جي بهتر صورت اها آهي ته اوهان سهڻي سلوڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. جيڪڏهن توهان سان ڪو چڱائي ڪري ته توهان ان سان بهتر چڱائي ڪريو. ۽ جيڪڏهن توهان سان ڪو مَدائي ڪري ته اوهان درگذر کان ڪم وٺو پر جيڪڏهن ائين نه ٿا ڪري سگهو ته ڪنهن به صورت ۾ عدل ۽ انصاف جو دامن نه ڇڏيو ڪنهن سان ڪڏهن به زيادتي نه ڪريو پر جيڪڏهن ڳالهه ڪنهن اهڙي زيادتي جي آهي، جنهن ۾ معاف ڪرڻ سان زيادتي ڪندڙ جي حوصله افزائي

ٿيندي هجي تہ اهو معاملو عدالت جي حوالي ڪرڻ گھرجي، جيئن ظالم کي سندس ظلم جي سزا ملي ۽ من اهو سڌري پوي، گڏوگڏ ٻين مجرمن کي بہ تنبيه ٿئي ۽ عوام انهن جي زيادتين کان محفوظ رهي.

تنهن ڪري اسان کي گھرجي تہ سماج ۾ عدل ۽ انصاف نافذ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون ڇو تہ معاشري جي ترقي ۽ امن امان جو مدار عدل ۽ احسان تي ئي آهي.

## سبق جو خلاصو

- عدل انصاف ۽ برابري ڪرڻ کي چئبو آهي، ڪنهن جي چڱائي جي عيوض اوتري چڱائي ۽ ڪنهن جي برائي جي عيوض اوترو ئي بدلو ورتو وڃي.
- ڪنهن سان ازخود چڱائي ڪرڻ، يا چڱائي جي عيوض وڌيڪ چڱائي ڪرڻ، ڪنهن جي مَدائي کي معاف ڪري ڇڏڻ يا برائي جي عيوض ڀلائي ڪري ڇڏڻ کي احسان چئبو آهي.
- عدل کان بنا معاشرو قائم نہ ٿو رهي. جڏهن تہ احسان کان بغير معاشرو خشڪ ۽ بي مزه ٿي پوي ٿو.
- هڪ مضبوط ۽ مهذب معاشري قائم ڪرڻ لاءِ عدل توڙي احسان ٻئي بي حد ضروري آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون هڪ ٻئي کي عدل ۽ احسان جو مفهوم سمجھائين.

# مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) عدل مان ڇا مراد آهي؟

(2) احسان مان ڇا مراد آهي؟

(3) عدل ۽ احسان متعلق ڪنهن آيت جو مفهوم ٻڌايو.

(4) احسان جي باري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جو طرزِ عمل بيان ڪريو.

### 2. هيٺيان خال ڀريو:

(1) جڏهن ڪو شخص ڪنهن ماڻهو جي خلاف پاڻ سڳورن ﷺ جي عدالت ۾ __________ درج ڪرائيندو هو ته پاڻ عدل فرمائيندا هئا.

(2) انصاف ڪريو ڇو ته اهو __________ کي وڌيڪ ويجهو آهي.

(3) پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کان به __________ نه وٺندا هئا بلڪ احسان فرمائيندا هئا.

(4) حقيقت ۾ عدل __________ جي صفت آهي، جنهن تي ڪائنات جو بنياد آهي.

(5) عدل قانون جو نالو جڏهن ته __________ اخلاق جو نالو آهي.

### .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1۔ " اِعۡدِلُوۡا ۟ هُوَ اَقۡرَبُ لِلتَّقۡوٰى ۫ " ۾ حڪم آهي:

(الف) نماز جو (ب) صبر جو

(ج) شڪر جو (د) عدل جو

2۔ عدل لفظ آهي:

(الف) عربي ٻوليءَ جو (ب) فارسي ٻوليءَ جو

(ج) اردو ٻوليءَ جو (د) سنڌي ٻوليءَ جو

3۔ عدل سان حاصل ٿيندو:

(الف) انصاف (ب) صبر ۽ تحمل
(ج) احسان (د) معافي ۽ درگذر

4۔ نيڪي ۾ اڳرائي ڪرڻ، برائي جي بدلي ۾ چڱائي ڪرڻ ۽ چڱائي جي بدلي ۾ وڌيڪ چڱائي ڪرڻ کي:

(الف) عدل چئبو آهي (ب) احسان چئبو آهي
(ج) معافي ۽ درگذر چئبو آهي (د) مساوات چئبو آهي.

## 4. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1۔ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عدالت ۾ پهنجي ۽ پرائي، مسلم ۽ غير مسلم، طاقتور ۽ ڪمزور جو ڪوبہ فرق نہ هو. | | |
| 2۔ هر ڪم ۾ خوبصورتي پيدا ڪرڻ بہ عدل آهي. | | |
| 3۔ حضور اڪرم ﷺ جن قومي معاملن ۾ عدل ۽ ذاتي معاملن ۾ احسان جو مظاهرو فرمائيندا هئا. | | |
| 4۔ عدل اخلاق جو نالو ۽ احسان قانون جو نالو آهي. | | |

## 5. ڪالم ۔1 جا لفظ ڪالم۔2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم۔1 | ڪالم۔2 |
|---|---|
| 1۔ عدل جي لفظي معنيٰ آهي | جو تہ اهو تقويٰ کي وڌيڪ ويجهو آهي |
| 2۔ احسان مان مراد هي آهي تہ | ڪوتاهين کي معاف ڪيو. |
| 3۔ انصاف ڪيو | ڪنهن شيءِ کي ٻن برابر حصن ۾ ورهائڻ |
| 4۔ پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي ڪمين | نيڪي ۾ اڳرائي ڪجي. |

# استادن لاءِ هدايتون

- استادن کي گھرجي تہ شاگردن ۽ شاگردياڻين اڳيان عدل ۽ احسان بابت ڪجھہ وڌيڪ واقعا سهڻي انداز ۾ بيان ڪري جيئن عدل ۽ احسان جو مفهوم کين چڱي طرح ياد ٿي وڃي.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ ڪائنات اندر نظامِ عدل ۽ ان جا مثال
  - ❖ عدل ۽ احسان ذريعي معاشري ۾ امن امان، اعتدال ۽ پائيچاري جي وضاحت.

# 5_ حُسنِ معاشرت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- حسنِ معاشرت جو مفهوم سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- حضور اڪرم ﷺ جن جي "حُسنِ معاشرت" تي مضمون لکي سگهندا.
- حسنِ معاشرت جي مختلف رخن تي مذاڪرو ڪري سگهندا.

**حُسن معاشرت جو مفهوم:** انسان هڪ معاشرتي اُنس رکندڙ مخلوق آهي، تنهن ڪري هو اڪيلو زندگي نہ ٿو گذاري سگهي، بلڪ هو پنهنجي سماج ۾ ملي جلي رهڻ جو عادي آهي، انسان جنهن بہ معاشري ۾ رهي ٿو. اتان جي ماڻهن سان سندس تعلقات قائم ٿي وڃن ٿا. ان تعلق کي سهڻي نموني نڀائڻ جو نالو "حُسنِ معاشرت" آهي. ان تعلق ۾ نہ صرف والدين، مٽ مائٽ ۽ دوست شامل آهن. پر ان ۾ پاڙي، قوم ۽ وطن وارا ماڻهو گڏوگڏ حيوانات ۽ نباتات بہ شامل آهن. حسن معاشرت مان مراد آهي تہ هر ڪنهن کي ان جو حق ڏنو وڃي پنهنجي پوري ماحول ۽ ان جي سمورن فردن سان سٺو تعلق رکيو وڃي، انهن سان سهڻو سلوڪ ڪيو وڃي، وڏن جو ادب ۽ ننڍن تي شفقت ڪئي وڃي هر انسان کي ان جي مرتبي ۽ مقام مطابق عزت ڏني وڃي.

**حسن معاشرت جي اهميت:** قرآن ۽ سنت ۾ حسن معاشرت تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي عبادت ۽ بندگيءَ سان گڏ والدين، مٽن مائٽن، يتيمن، مسڪينن ويجهن ۽ ڏور جي پاڙيسرين، ساٿين، مسافرن ۽ پنهنجي ماتحت ماڻهن سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. (النساء: 36)

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "جيڪو اوهان سان ٽوڙي اوهين ان سان ڳنڍيو جيڪو اوهان تي زيادتي ڪري اوهين ان کي معاف ڪريو ۽ جيڪو اوهان سان برائي ڪري اوهين ان سان چڱائي ڪريو". پاڻ وڌيڪ فرمايائون: "هر ان شخص کي سلام ڪريو جنهن کي اوهان سڃاڻو ٿا ٽوڙي نہ ٿا سڃاڻو".

**حُسنِ معاشرت جا مختلف پهلو:** حسنِ معاشرت بابت اسلام اها هدايت ڪري ٿو تہ والدين، استادن ۽ وڏن جو احترام ڪريو. دوستن سان محبت ۽ نهٺائيءَ سان پيش اچو. ننڍن تي شفقت ڪريو قانون جو احترام ۽ پاڙيسرين جو خيال رکو. عورتن جو احترام ڪريو. جيڪڏهن انهن کي ڪنهن مدد جي ضرورت هجي تہ ان کان نہ ڪيٻايو پنهنجي سيني مسلمان ڀائرن جي مدد، خير خواهي ۽ غمخواري ڪندا ڪريو. مختلف ڏهاڙن، تقريبن، شادين، وفات ۽ جنازن جي موقعن تي ٻين جي آرام جو پورو ڌيان رکو ۽ متعلق ماڻهن سان ڀرپور سهڪار ڪريو. ڪنهن تي ٺٺول نہ ڪريو. چيڙائڻ لاءِ ڪنهن جو نالو خراب نہ ڪيو. الزام ۽ طعني بازيءَ کان پاسو ڪريو. ڪنهن جي باري ۾ خوامخواه بدگماني نہ رکجي. ڪنهن جي عيب جوئي نہ ڪجي، ڪنهن جي شيءِ کي نقصان نہ پهچائجي. جيڪڏهن اوهان کي ڪير ڪجهہ ڏئي يا ڪا ڀلائي ڪري تہ ان جو ٿورو ضرور مڃجي. ڪنهن جي ڪابہ شيءِ بغير اجازت جي نہ کڻجي.

حسنِ معاشرت جي سلسلي ۾ هيٺين ڳالهين کي ڌيان ۾ رکڻ گھرجي ڇو تہ اڄوڪي دور ۾ انهن جي وڏي اهميت آهي:

- گند ڪچري واريون شيون انهن لاءِ مخصوص ٿيل جڳهن کان علاوه گهٽين ۽ رستن تي نہ ڦٽيون ڪجن.
- ريڊيو، ٽي وي يا لاؤڊ اسپيڪر وڏي آواز سان هلائي اوڙي پاڙي جي ماڻهن جي آرام ۾ خلل نہ وجهجي.
- گهٽين ۽ رستن تي راند روند ۽ ڪنهن اهڙي ڪم ڪرڻ کان پاسو ڪجي، جنهن سان لنگهندڙ ماڻهن کي تڪليف يا زخم رَسي سگهي.
- اسان جي ملڪ ۾ جيڪڏهن ڪي غير ملڪي اچن تہ انهن جو سهڻي نموني آڌرڀاءُ ڪجي. جيڪڏهن کين ڪنهن مدد يا رهنمائي جي ضرورت هجي تہ انهن جي مدد ڪجي.
- بسن، ريل گاڏين ۽ وينن ۾ سفر دوران معذورن، بيمارن، وڏڙن ۽ عورتن جو خيال رکجي.
- جيڪڏهن اوهين رستي تان پيدل يا سواريءَ ذريعي گذرو ٿا تہ ٽريفڪ جي قانونن ۽ اشارن جو ڌيان رکو.

**حسنِ معاشرت ۽ پاڪ سڳورن ﷺ جي سيرت:** پاڪ سڳورن ﷺ جن پنهنجي عزيزن، مٽن مائٽن، دوستن پاڙيسرين، ننڍن توڙي وڏن سان سهڻو سلوڪ رکندا هئا.

انهن جي جاني، مالي ۽ اخلاقي طرح هر قسم جي مدد فرمائيندا هئا. جيڪڏهن ڪو بيمار ٿي پوندو هو تہ ان جي عيادت ڪرڻ لاءِ هلي ويندا هئا. مڪي وارن پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ڪيترو ستايو. ڪين هر قسم جون اذيتون ۽ تڪليفون ڏنائون. ڪين سندن اباڻي شهر مان ڪڍي ڇڏيائون. پر جڏهن مڪي ۾ ڏُڪر اچي منهن ڪڍيو ۽ مڪي وارن جو هڪ نمائندو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ مديني شريف ويو ۽ ڪين مدد جي درخواست ڪيائين تہ پاڻ سڳورن ﷺ نہ صرف ان لاءِ اشرفين ۽ اناج جو انتظام فرمايو پر ڏڪار ختم ٿيڻ جي دعا بہ گهري. يهودين جي مخالفت ڪنهن کان ڳُجهي آهي. تنهن هوندي بہ پاڻ سڳورن ﷺ انهن سان ڏيتي ليتي ۽ سهڻو سلوڪ جاري رکيائون. جيڪڏهن ڪو اڻ وڻندڙ ماڻهو بہ اچي سندن خدمت ۾ حاضري ڀريندو هو تہ پاڻ ان سان کِل مک چهري سان پيش ايندا هئا ۽ اهڙي بي تڪلفيءَ سان ساڻس ڪچهري ڪندا هئا، جو ڪيس پنهنجو ناپسنديدگي جو احساس بہ ڪين ڏياريندا هئا.

هن سبق ۾ اسان لاءِ هي سبق آهي تہ اسين سماج جي سمورن ماڻهن سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچون. پنهنجي هر اهڙي قول ۽ فعل کي ڇڏي ڏيون، جنهن سان ٻين کي تڪليف پهچندي هجي، پنهنجي تعلق وارن سان سهڻن اخلاقن سان پيش اچون، انهن جي خدمت گذاري ڪندا رهون، اسان کي پنهنجي گهر، پاڙي، مسجد، اسڪول ۽ اردگرد کي صاف سٿرو رکڻ گهرجي، جيئن اسين معاشري جا فائديمند، هڏڏوکي، قانون جو احترام ڪندڙ وقت جا پابند ۽ وڏن جي عزت ڪرڻ وارا سٺا شهري بڻجي وڃون.

## سبق جو خلاصو

- انسان جنهن معاشري ۾ رهي ٿو. اتان جي ماڻهن سان سندس هڪ قسم جو لاڳاپو پيدا ٿي پوي ٿو. ان تعلق ۽ لاڳاپي کي سهڻي نموني نڀائڻ جو نالو "حُسنِ معاشرت" آهي.
- قرآن ۽ سنت ۾ حسنِ معاشرت تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي. ٻانهن جا حق ادا ڪرڻ، وڏن جي عزت ۽ ننڍن سان شفقت ڪرڻ، پاڙيسرين جو خيال رکڻ، ماڻهن جي خوشي ۽ غمي ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ انهن جي مدد ڪرڻ، جهڙيون ڳالهيون "حسنِ معاشرت" ۾ شامل آهن.
- اسلام ۾ انسان جي شرافت ۽ بزرگيءَ جو معيار انسان جي سهڻي اخلاق ۽ حسنِ معاشرت کي قرار ڏنو ويو آهي.

## شاگردن ۽ شاگرديائين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگرديائيون حضور اڪرم ﷺ جن جي سيرت طيّبه جي روشنيءَ ۾ گهر، اسڪول، پاڙي ۾ حُسن معاشرت جون ڪجهه صورتون لکن.

# مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) حسنِ معاشرت مان ڇا مراد آهي؟

(2) حسنِ معاشرت بابت ڪا به آيت ترجمي سان لکو.

(3) حسنِ معاشرت بابت پاڻ سڳورن جي ڪا حديث ٻڌايو.

(4) حسنِ معاشرت جي باري ۾ حضور ﷺ جو طرزِ عمل بيان ڪيو.

### .2 هيٺيان خال ڀَريو:

(1) جيڪو توهان سان زيادتي ڪري توهين ان کي ____________ ڪري ڇڏيو.

(2) ڪنهن جي ڪا به شيءِ ان جي ____________ کان بغير نه کڻڻ گهرجي.

(3) ڪو ماڻهو جيڪڏهن اوهان کي ڪا شيءِ ڏئي يا پيلائي ڪري ته لازمي طور سندس ____________ ادا ڪريو.

(4) جيڪڏهن ڪو اڻ وڻندڙ شخص به پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضري ڀريندو هو ته پاڻ ساڻس ____________ سان پيش ايندا هئا.

3. **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1۔ معاشرتي تعلق کي سهڻي نموني نڀائڻ جو نالو آهي:

(الف) حسنِ معاشرت (ب) صداقت

(ج) مساوات (د) عدل

2۔ پاڪ سڳورن ﷺ فرمايو: جيڪڏهن اوهين ڪنهن کي سچاڻو تورڙي نہ سچاڻو تہ بہ ان کي:

(الف) ستو سمجهو (ب) سلام ڪيو

(ج) گهٽ وڌ نہ ڳالهايو (د) دعا ڪيو

3۔ حسنِ معاشرت جي باري ۾ اسلام اسان کي هيءَ بہ هدايت ڪري ٿو تہ:

(الف) ڪنهن سان مذاق نہ ڪريو (ب) ڪنهن جو نالو نہ بگاڙيو

(ج) بدگماني ڪريو (د) الزام هڻو

4۔ مڪي وارن ڏڪار جي موقعي تي پاڪ سڳورن ﷺ کي امداد جي اپيل ڪئي تہ حضور ﷺ انهن ڏانهن:

(الف) ڏاچيون موڪليون (ب) اشرفيون موڪليون

(ج) کجور موڪلي ڏني (د) ٻڪريون موڪليون

4. **ڪالم ۔1 جا لفظ ڪالم۔2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:**

| ڪالم ۔1 | ڪالم ۔2 |
|---|---|
| 1۔ هر انسان جو ان جي مقام ۾ | جنهن جي بدسلوڪي جي ڪري ماڻهو ساڻس ملڻ جلڻ ڇڏي ڏين. |
| 2۔ الله تعاليٰ وٽ اهو شخص بدترين انسان جو درجو ماڻيندو | مرتبي جي مطابق احترام ڪجي. |
| 3۔ پنهنجي معاشري جي سيني | ماڻهن سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچو. |
| 4۔ قرآن ۾ سنت ۾ شرافت ۾ عزت جو | بنياد سهڻن اخلاقن ۾ سهڻي ڪردار کي قرار ڏنو ويو آهي. |

5. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ حسن معاشرت جو مطلب آهي تہ هڪ ٻئي سان جهيڙا جهڳڙا ڪيا وڃن. | | |
| 2_ حسن معاشرت هي آهي تہ هر ڪنهن سان سهڻو سلوڪ ڪجي. | | |
| 3_ حسن معاشرت هي آهي تہ ريڊيو ٽي وي، لائوڊ اسپيڪر وڏي آواز سان هلائجي. | | |
| 4_ حسن معاشرت هي آهي تہ ماڻهن جي شادي غميءَ ۾ شريڪ ٿجي. | | |
| 5_ حسن معاشرت ۾ معذورن، بيمارن، بزرگن ۽ عورتن جو خيال رکيو ويندو آهي. | | |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو حُسن معاشرت جي سلسلي ۾ بزرگانِ دين جا ڪجهه مثال پيش ڪريو.
- هيٺين عنوانن بابت شاگردن ۽ شاگردياڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ حُسن معاشرت جي وسعت
  - ❖ حسن معاشرت جا فائدا ۽ نتيجا

# 6_ حضرت محمد ﷺ جي گفتگوءَ جو انداز

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- نبي اڪرم ﷺ جي اندازِ گفتگو جو طريقو سمجهي ان بابت ڳالهائي سگهندا.
- حضرت محمد ﷺ جي اندازِ گفتگو تي مضمون لکي سگهندا.
- مختلف شين جي حقيقت سمجهائڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جيڪي مثال پيش فرمايا آهن، اهي ٻڌائي سگهندا.

اسان جو پيارو نبي سڳورو ﷺ نهايت خوش گفتار هو. الله تعاليٰ کين اخلاق سيکاريندڙ استاد بڻائي موڪليو. تنهن ڪري سندن گفتگو سهڻن اخلاقن جو نمونو هئي. سندن گفتگو قرآن مجيد جي فرمان ”ماڻهن سان سهڻو ڳالهايو“ جي عملي تصوير هئي. سندن گفتگوءَ جو انداز تاثير ڀريو خير خواهي وارو نهايت واضح ۽ وڻندڙ هو.

**حضور ﷺ جي گفتگو جا ڪجهه اهم نڪتا:** پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن ڪنهن ڳالهه جي اهميت ويهارڻ گهرندا هئا ته ان ڳالهه کي هر هر ورجائيندا هئا. ڳالهه جي مناسبت سان آواز ۽ لهجي ۾ تيزي ۽ نرمي اختيار ڪندا هئا. ضرورت آهر هٿ هلائيندا هئا. ماڻهن کي متوجه ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪو سوال پڇندا ۽ ڪڏهن وري ان سوال کي هر هر ورجائيندا هئا ته جيئن ماڻهو پوري طرح متوجه ٿين. ڳالهه کي ايترو ڊگهو نه ڪندا هئا، جو ماڻهو ٿڪجي پون. ٿورڙي وقت ۾ مختصر پر جامع ڳالهه ڪندا هئا. ڳالهائڻ دوران لفظ اهڙي انداز سان آهستي آهستي چوندا هئا جو ٻڌڻ وارا سولائي سان ياد ڪري وٺندا هئا. ضرورت کان لفظ گهٽ ۽ نه وري وڌيڪ هوندا هئا. عام طور گفتگو دوران سندن چهري مبارڪ تي تبسم ۽ مُرڪ چانيل هوندي هئي. حضرت عبدالله بن حارث رضي الله عنه ٻڌائي ٿو ته: ”مون پاڻ سڳورن ﷺ جن کان وڌيڪ مُرڪندڙ ڪنهن کي نه ڏٺو“ جيڪڏهن ڪنهن کي سندس اڻ وڻندڙ ڪم تي نصيحت ڪرڻي هوندي هئي ته ان ماڻهو جو نالو وٺي يا سامهون مخاطب ٿي ان تي تنقيد نه ڪندا هئا. بلڪ نالي وٺڻ بنا سيني کي مخاطب ٿي اها ڳالهه سمجهائيندا هئا ته جيئن ڪنهن جي دل آزاري نه ٿئي. ڪنهن ڳالهه تي زور ڏيڻو

هوندو تہ پاڻ ٺيڪ چڱي سڌو ٿي ويهندا هئا. ماڻهن سان سندن عقل ۽ سمجهہ مطابق گفتگو فرمائيندا هئا. سندن ڳالهائڻ جو انداز اهڙو سريلو ۽ ميٺاج وارو هوندو هو جو هر ڳالهہ ماڻهن جي دل کي وڃي ڇهندي هئي. جيئن الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو:

قُلْ لَّهُمْ فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ قَوْلًا بَلِيْغًا ﴿٦٣﴾ (النساء: 63)

ترجمو: ۽ کين سندين دلين ۾ پهچندڙ ڳالهہ چئو.

**نبي اڪرم ﷺ جي مثالي گفتگوءَ جو انداز:** پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن ڳالهہ جي اهميت ويهارڻ ۽ ان کي پوري طرح ياد ڪرائڻ لاءِ ڌاهپ پريا مثال ڏئي ڳالهہ سمجهائيندا هئا. مثال طور: هڪ دفعي پاڻ سڳورا ﷺ مسجد ۾ ويٺا هئا ۽ چوڌاري صحابہ ڪرام رضي الله عنهم جي محفل متل هئي. حاضرين کي پوري نموني متوجه ڏسي پاڻ پڇيا ڪيائون: انسانو! ان ڳالهہ بابت اوهان جو ڇا خيال آهي تہ جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن جي گهر اڳيان ڪا نهر وهندي هجي ۽ هو ان ۾ روزانہ پنج دفعا غسل ڪندو هُجي تہ ڇا ان جي بدن تي ڪا ميراڻ باقي رهندي؟ صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو: "اي الله جا رسول! ان جي جسم تي ڪابہ ميراڻ باقي نہ رهندي" تڏهن پاڻ فرمايائون: بالڪل ساڳيو مثال پنجن نمازن جو آهي، الله تعاليٰ انهن جي ذريعي خطائون ڌوئي ڇڏيندو آهي". ڀلا ڪير هوندو جيڪو اهڙي حڪمت واري انداز کان متاثر نہ ٿيو هوندو.

هڪ دفعي کين اها ڳالهہ ٻڌائڻي هئي تہ اسلام ئي سلامتي وارو سڌو رستو آهي، ان مفهوم کي چڱي طرح ياد ڪرائڻ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ سڌي لڪير ڪڍي ۽ ان کان علاوه ڪجهہ ٻيون پاسيريون لڪيرون ڪڍي ٻڌايو تہ اها سڌي لڪير سلامتيءَ وارو سڌو دڳ يعني "صراط مستقيم" آهي ۽ هي پاسيريون لڪيرون گمراهيءَ جا رستا آهن، جن تي هلڻ سان ماڻهو ڪڏهن بہ منزل تائين نہ ٿو پهچي سگهي. اهڙي طرح هڪ مثالي خاڪي جي ذريعي پاڻ سڳورن ﷺ زندگيءَ جي هڪ وڏي سچائي واضح فرمائي ڇڏي.

حضور اڪرم ﷺ جي سيرت ۽ گفتگو جي انداز مان اسان کي اها رهنمائي ملي ٿي تہ اسان جي سيرت ۽ ڪردار توڙي گفتگو ۾ بہ پاڻ سڳورن ﷺ وارو طريقو هجڻ گهرجي جيئن ماڻهن وٽ اسان لاءِ محبت ۽ احترام جو جذبو جاڳي پوي ۽ هو اسان جي ڳالهہ ڌانهن دلچسپيءَ سان توجه ڏين. جيڪڏهن اسين پنهنجي نبي سڳوري ﷺ جي ان حڪمت ڀرئي تبليغ جي انداز کي اپنائينداسين تہ يقيناً اسان جي ڳالهہ / نصيحت اجائي نہ ويندي.

## سبق جو خلاصو

- حضور ﷺ جي گفتگو جو انداز تاثير پريو خيرخواهي وارو نهايت واضح ۽ وڻندڙ هو.
- نبي اڪرم ﷺ ايترو آهستي آهستي ڳالهائيندا هئا، جو جيڪڏهن ڪير سندن ڳالهيون ياد ڪرڻ گهرندو هو ته ياد ڪري وٺندو هو. ڳالهه جي مناسبت سان پنهنجي گفتگو ۾ تيزي ۽ نرمي اختيار فرمائيندا هئا. مجمعي جي اعتبار سان آهستي يا وڏي آواز ۾ ڳالهائيندا هئا.
- پاڻ سڳورن ﷺ جي گفتگو نصيحت پرين مثالن سان ٽمٽار هوندي هئي. سندن ڳالهه ڳالهه مان محبت جي رَسُ ۽ خلوص توڙي خير خواهي جو سچو جذبو ٽپڪندو رهندو هو. سندن ڪابه ڳالهه دليل کان خالي ۽ سمجهڻ کان ٻاهر نه هوندي هئي. بلڪ سندن زبان مبارڪ مان نڪتل هر لفظ دل جي گهرائين تائين اثر ڪندو هو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- حضور اڪرم ﷺ جن جي اندازِ گفتگو بابت هڪ ٻئي سان مذاڪرو ڪريو.
- پاڻ سڳورن جي اندازِ گفتگو تي مضمون لکو.

## مشق

1. **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(1) نبي ڪريم ﷺ جي اندازِ گفتگو جا ڪي به ٻه نڪتا ٻڌايو.

(2) گفتگو جي آدابن متعلق قرآن مجيد جي ڪنهن به آيت جو مفهوم ٻڌايو.

(3) حضور ﷺ جن جي اندازِ گفتگو مان اسان کي ڪهڙي رهنمائي ملي ٿي؟

(4) پاڻ سڳورن ﷺ جي مثالي گفتگوءَ جي انداز مان ڇا مراد آهي؟

## .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) انهن سان اهڙي ڳالهه ڪريو جيڪا سندن ____________ تي اثر ڪري.

(2) حضرت محمد ﷺ جي ڳالهائڻ جو انداز بلڪل اهڙو هو جو ڳالهه دل جي ____________ تائين وڃي پهچندي هئي.

(3) پاڻ سڳورا ﷺ حڪمت ڀريا مثال ڏيندا هئا. جيئن ڳالهه چڱي طرح ____________ تي وڃي.

(4) بلڪل ساڳيو مثال پنجن نمازن جو آهي. الله تعاليٰ انهن جي ذريعي ____________ ڌوئي ڇڏيندو آهي.

(5) هڪ دفعي اها ڳالهه سمجهائڻي هئي ته اسلام ئي ____________ سڌو رستو آهي.

## .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ حضور ﷺ جي گفتگو ۾ عام طور تي شامل هوندي هئي:

(الف) مرڪ (ب) سختي
(ج) عاجزي (د) بي رخي

2_ رسول الله ﷺ جن کي جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه جي اهميت ويهارڻي هوندي هئي ته ان جملي کي ورجائيندا هئا:

(الف) ٻه دفعا (ب) ٽي دفعا
(ج) چار دفعا (د) هر هر

3_ حضرت عبدالله بن حارث رضي الله عنه ٻڌائي ٿو ته: ”مون پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ ڪنهن کي به:

(الف) خوش ٿيندي نه ڏٺو“ (ب) مرڪندي نه ڏٺو“
(ج) ٿهڪ ڏيندي نه ڏٺو“ (د) روئندي نه ڏٺو“

4. ڪالم 1 ـ جا لفظ ڪالم ـ 2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ـ 1 | ڪالم ـ 2 |
|---|---|
| 1 ـ ماڻهن سان سهڻي انداز سان | ڪنهن کي مرڪندي نہ ڏٺو. |
| 2 ـ مون پاڻ سڳورن ﷺ کان وڌيڪ | اختيار فرمائيندا هئا. |
| 3 ـ ڳالھ جي مناسبت سان گفتگو ۾ تيزي يا نرمي | زندگيءَ جي تمام وڏي سچائي واضح فرمائي ڇڏي |
| 4 ـ حضور ﷺ جن هڪ مثالي خاڪي ذريعي | گفتگو ڪريو |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين جي سامهون حضور اڪرم ﷺ جن جي اندازِ گفتگو بابت ڪجھ ٻيا مثال بيان ڪيو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ پاڻ سڳورن ﷺ جي گفتگو جون خوبيون
  - ❖ جامع ڳالھ جو مطلب
  - ❖ خوش ڪلاميءَ جا فائدا ۽ نتيجا

# 7_ گهريلو زندگي

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي

- پاڻ سڳورن جي گهريلو زندگيءَ کي سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- حضور ﷺ جن جي گهريلو زندگي بابت مضمون لکي سگهندا.
- گهريلو زندگيءَ بابت اسلامي اصول سکي خاندان جا ذميدار فرد بڻجي سگهندا.

حضرت محمد ڪريم ﷺ جن جي پوري زندگي پوءِ اها گهرَ جي يا بازار جي، خوشي يا غمي جي، خوشحالي يا تنگ دستي جي سفر يا حضر جي هجي، هر حال ۾ سندن حياتي مبارڪ اسان لاءِ بهترين اُسوه حسنه ۽ پيروي جي قابل آهي. نبي اڪرم ﷺ جي قول ۽ عمل مان خبر پوي ٿي ته انسان جي سٺي يا خراب هجڻ جو معيار هي آهي ته ان جو پنهنجي گهر وارن سان رويو ڪهڙو آهي. سندن ارشاد مبارڪ آهي ته: ”توهان مان بهتر اهو آهي، جيڪو پنهنجي گهر وارن سان سهڻو رويو رکندو هجي ۽ آءٌ پنهنجي گهر وارن سان توهان مان سڀ کان وڌيڪ بهتر سلوڪ رکان ٿو“. هڪ روايت موجب ته پاڻ سڳورن ايمان جي نشاني سهڻن اخلاقن ۽ گهروارن سان سهڻي سلوڪ رکڻ کي قرار ڏنو آهي. جيئن سندن ارشاد آهي: ”ڪامل مؤمن اهو آهي، جيڪو اخلاق ۾ اعليٰ ۽ پنهنجي گهر وارن لاءِ سڀ کان وڌيڪ مهربان آهي“.

**نبي اڪرم ﷺ جو پنهنجي گهر وارن سان ورتاءُ:** حضور اڪرم ﷺ جن جي گهريلو زندگي نهايت سادگي واري پر پيار محبت ۾ نمايان هئي. پاڻ سڳورن کي پنهنجي پاڪ گهروارين لاءِ سچي محبت ۽ عزت هئي. نبي اڪرم ﷺ ازواج مطهرات جي حقوق جي ادائيگي ۾ مساوات ۽ عدل جي پرپور پاسداري فرمائيندا هئا. انهن ۾ ڪوبہ ويڇو نہ رکندا هئا. جڏهن ڪنهن سفر تي وڃڻ جو ارادو فرمائيندا هئا تہ ازواج مطهرات جي نالن جو ڪڻو وجهندا هئا. ڪُڻي ۾ جنهن جو نالو نڪرندو هو ان گهر واريءَ کي سفر تي ساڻ

وٺي ويندا هئا. جيئن ڪنهن جي بہ دل ۾ ڪا رنجش باقي نہ رهي. سندن نرم مزاجي ايتري تائين هوندي هئي جو ڪنهن خادم يا گهر واريءَ کي وڙهڻ تہ ڇا پر ڪڏهن دڙڪو بہ ڪين ڏنائون. جيڪڏهن ڪنهن جي ڪا ڳالهہ کين نہ وڻندي هئي تہ ان ڏانهن پنهنجو توجه گهٽائي ڇڏيندا هئا. جيئن هو پاڻ محسوس ڪري پنهنجي ڪمي ڪوتاهي درست ڪري سگهي. نبي اڪرم ﷺ پنهنجي گهر وارن کي ديني ڳالهين سکڻ، انهن تي عمل ڪرڻ ۽ اهي ٻين تائين پهچائڻ جي هدايت فرمائيندا هئا ۽ ازواج مطهرات ذريعي عام عورتن جي هر طرح ديني رهنمائي فرمائيندا هئا، جيئن عورتون ازواج مطهرات ذريعي مسئلن بابت پڇا ڳاڇا ڪنديون هيون تہ پاڻ انهن کي اهي مسئلا سمجهائيندا هئا.

**ٻارن سان پيار:** حضرت محمد ڪريم ﷺ پنهنجي ٻارن سان بيحد پيار ڪندا هئا ۽ ان ڳالهہ کي نبوت واري مرتبي ۽ شان جي خلاف نہ سمجهندا هئا. سندن هڪ فرزند محمد ابراهيم نالي بہ هو. جنهن کي ننڍپڻ ۾ رضاعت لاءِ مديني جي مٿاهين حصي جي ڪنهن گهر ۾ ڏنو ويو هو. پاڻ ان کي ڏسڻ لاءِ چڱو خاصو پيدل پنڌ ڪري ويندا هئا. اتي ڪجهہ وقت ترسندا ۽ محمد ابراهيم کي هنج ۾ کڻي پيار ڪندا هئا. پاڻ سڳورن جو اهو صاحبزادو ننڍپڻ ۾ ئي وفات ڪري ويو تہ سندن اکيون مبارڪ پرجي آيون ۽ پاڻ فرمائڻ لڳا: "اکيون ڳوڙهن پريل ۽ دل غمگين آهي، پر اسين پنهنجي زبان تي اهڙي ڳالهہ نہ ٿا آڻڻ چاهيون، جيڪا الله جي ناراضپي جو سبب بڻجي پوي. اي ابراهيم! اسين تنهنجي وڇوڙي تي ڏاڍا غمگين آهيون"

**گهر جا معمولات:** ام المؤمنين حضرت عائشه رضي الله عنها کان پڇيو ويو تہ حضور اڪرم ﷺ جن جڏهن گهر ايندا هئا تہ ڇا ڇا ڪندا هئا؟ پاڻ فرماياءِين: پنهنجي ڪپڙن جي حفاظت ڪندا هئا، ٻڪري جو کير ڏهندا هئا، پنهنجي ضرورتن کي پاڻ پورو ڪندا هئا. پنهنجي ڪپڙن توڙي جتي مبارڪ کي پاڻ ڳنڍيندا هئا. وزن کڻندا هئا. جانورن کي گاهہ وجهندا هئا. گهر وارن سان سهڻي گفتار، مرڪندڙ ۽ کِل مک چهري سان پيش ايندا هئا. پاڻ جڏهن گهر ۾ داخل ٿيندا يا گهر کان ٻاهر نڪرندا هئا تہ گهر وارن کي سلام ڪندا هئا.

مطلب تہ حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي گهريلو زندگيءَ ۾ بيمثال پيءُ، بيمثال مڙس ۽ نهايت مهربان ۽ شفيق شخصيت جا مالڪ هئا. سندن هر ادا ۽ ڪردار اسان لاءِ تقليد جوڳو آهي، پاڻ پنهنجي گهريلو زندگيءَ ۾ اسان لاءِ عمل ۽ ڪردار جو بهترين نمونو ڇڏي ويا آهن. جنهن تي عمل ڪري اسين پنهنجي گهريلو زندگي امن ۽ سڪون واري بنائي سگهون ٿا.

## سبق جو خلاصو

- حضور اڪرم ﷺ جن جي گھريلو زندگي سادگي واري ۽ نهايت باوقار هئي. ڪين ازواج مطهرات سان دلي محبت هئي. انهن سان سندن ڪمن ۾ هٿ ونڊرائيندا هئا. هميشه ڪل مک چھري سان گھر ايندا ۽ سلام ڪندا هئا. پنهنجي گھر وارن جي ڳالهه غور سان ٻڌندا ۽ چڱي نموني سندن حقوق ادا فرمائيندا هئا. انهن جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف برقرار رکندا هئا. ڪڏهن ڪنهن خادم کي به ڪنهن غلطيءَ تان ڪين جھڻڪيائون، پنهنجي سموري اولاد سان پيار ۽ پاڀوهه سان پيش ايندا هئا. پاڻ پنهنجي زندگي نهايت سادگيءَ سان گذاريندا هئا ۽ پنهنجي گھر وارن کي به سادي زندگي گذارڻ جي پارت فرمائيندا هئا.

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون حضور اڪرم ﷺ جن جي گھريلو زندگي هڪ ٻئي کي سمجھائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون انهن ڪمن جي فهرست ٺاهين، جن سان اسڪول جو ماحول خوشگوار بڻجي.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(1) حضور اڪرم ﷺ جن گھر وارن سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ بابت ڪهڙو حڪم فرمايو؟

(2) نبي ڪريم ﷺ جا گھريلو معمولات بيان ڪريو.

(3) پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي ڪنهن گھر وارن کي سفر تي وٺي وڃڻ لاءِ ڪهڙو طريقو اختيار فرمائيندا هئا؟

(4) حضور اڪرم ﷺ عورتن جي ديني رهنمائي ڪهڙي طريقي سان سر انجام ڏيندا هئا؟

(5) گهريلو زندگيءَ بابت پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪا بہ حديث ٻڌايو.

2. هيٺيان خال ڀَرِيو:

(1) نبي اڪرم ﷺ جي حياتي مبارڪ اسان لاءِ بهترين ____________ ۽ پيروي جي قابل آهي.

(2) حضرت محمد ﷺ جي نرم مزاجي ايتري تائين هئي جو ڪنهن خادم يا گهر واريءَ کي وڙهڻ تہ ڇا پر ڪڏهن ____________ بہ ڪين ڏنائون.

(3) حضور اڪرم ﷺ سڀ کان وڌيڪ نرم مزاج، مرڪندڙ ۽ ____________ چهري سان پيش ايندا هئا.

(4) عورتون پنهنجا مسئلا ____________ ذريعي معلوم ڪنديون هيون.

3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: توهان مان سڀ کان وڌيڪ ڀلو اهو آهي جيڪو:

(الف) گهر وارن سان ڀلو آهي (ب) دوستن سان ڀلو آهي

(ج) دشمنن سان ڀلو آهي (د) مائٽن سان ڀلو آهي

2_ حضور اڪرم ﷺ جي فرزند حضرت ابراهيم رضي الله عنه کي مديني جي هڪ گهر ۾ رکيو ويو:

(الف) رهائش لاءِ (ب) رضاعت لاءِ

(ج) آب و هوا لاءِ (د) سار سنڀال لاءِ

3_ نبي اڪرم ﷺ جڏهن گهر کان ٻاهر ويندا هئا تہ گهر وارن کي:

(الف) خدا حافظ چوندا هئا (ب) سلام ڪندا هئا

(ج) گهر جي سنڀال جو چوندا هئا (د) جانورن جي سنڀال جو چوندا هئا.

4۔ پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان آهي تہ ”زندگي ائين گذاريو جيئن:
(الف) بادشاھ گذاري ٿو (ب) دولتمند گذاري ٿو
(ج) غريب گذاري ٿو (د) مسافر گذاري ٿو

4. ڪالم ـ 1 جا لفظ ڪالم ـ 2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ـ 1 | ڪالم ـ 2 |
|---|---|
| 1۔ نبي اڪرم ﷺ ايمان جي ڪماليت جي نشاني سهڻن اخلاقن | ماڻهو جو گھر وارن سان ڪهڙو سلوڪ آهي. |
| 2۔ انسان جي سٺي ۽ بري هجڻ جو معيار هي آهي تہ | ۽ گھر وارن سان سهڻي سلوڪ رکڻ کي قرار ڏني آهي. |
| 3۔ پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي گھر وارن کي ديني ڳالهين سکڻ، انهن تي عمل ڪرڻ | جيڪو پنهنجي گھر وارن سان سهڻو سلوڪ رکندو هجي |
| 4۔ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو توهان مان سڀ کان ڀلو اهو آهي | ۽ اهي ٻين تائين پهچائڻ جي هدايت فرمائيندا هئا. |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حضور اڪرم ﷺ جن جي گھريلو زندگي بابت ڪجھ وڌيڪ مثال پيش ڪريو.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان هيٺئين عنوان تي تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ نبي ڪريم ﷺ جن جي سادي زندگي مان سبق

باب چوٿون

# اخلاق ۽ آداب

**اخلاق** خلق جو جمع آهي "خلق" پختي عادت، رويي ۽ طور طريقي کي چئبو آهي. اخلاق مان مراد انسان جون اهي خصلتون، عادتون، رويا ۽ طور طريقا آهن، جن جي مطابق اهو زندگي گذاري ٿو جيڪڏهن انسان جا اهي طور طريقا، عادتون خصلتون ۽ رويا سٺا آهن ته انهن کي "اخلاق حسنه" (سهڻا اخلاق، گڻ) يا "اخلاق حميده" چئجي ٿو ۽ جيڪڏهن اهي برا آهن ته انهن کي "اخلاق سيئه" (اوگڻ، برا اخلاق) يا "اخلاق رذيله" چئجي ٿو.

**آداب** ادب جو جمع آهي، "ادب"، تهذيب، شائستگي، سليقي مندي، سگهڙائپ ۽ وڻندڙ انداز کي چئبو آهي. آداب مان مراد هي آهي ته هر ڪم تهذيب شائستگي، سليقي مندي سگهڙائپ ۽ خوبصورتي سان ڪيو وڃي، تنهن ڪري هيئن چئي سگهجي ٿو ته "سهڻيون وصفون ڌارڻ "اخلاق" آهي ۽ انهن وصفن کي خوبصورت ۽ وڻندڙ انداز ۾ پيش ڪرڻ "ادب" آهي. مثال طور: امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر "اخلاقِ حسنه" مان آهن ۽ انهن کي خوبصورت ۽ وڻندڙ انداز ۾ اختيار ڪرڻ "ادب" آهي. ادب سان جيڪو ڪم ڪيو ويندو آهي ان کي قبوليت ملندي آهي، جيئن چيو ويندو آهي. با ادب با نصيب بي ادب بي نصيب.

اسلام جيئن ته پنهنجي مڃيندڙن کي با اخلاق، مهذب ۽ صاف سٿرو ڏسڻ چاهي ٿو تنهن ڪري هو کين سهڻي اخلاق ۽ ادب جو حڪم ڪري ٿو ۽ بري اخلاق ۽ آداب کان روڪي ٿو.

الله تعاليٰ پنهنجي آخري نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي خلق جي اعليٰ

درجي تي فائز فرمايو ۽ هو چاهي ٿو تہ سندس امت بہ اهڙن عالي اخلاقن سان مُتصف هجي، اخلاق جي باري ۾ اسلام جو هي اصول آهي تہ ڪو عام انسان "اخلاق حسنه" کي اپنائي يا نہ اپنائي پر هڪ مسلمان کي ڪڏهن بہ "اخلاق حسنه" جو دامن نہ ڇڏڻ گهرجي.

نبي ڪريم ﷺ جو فرمان آهي:

**"توهان مان بهترين ماڻهو اهي آهن، جيڪي اخلاقي اعتبار سان ٻين کان بهتر آهن"**

هن باب ۾ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر، حلال ڪمائي، ڪاروبار ۾ ديانتداري، نظم و ضبط ۽ قانون جو احترام، اتحاد ملي ۽ حقوق العباد بابت سبق شامل آهن.

هن باب ۾ ڏنل سبقَ پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون نہ صرف ادب ۽ اخلاق کان واقفيت حاصل ڪري وٺندا پر انهن کي پنهنجي عملي زندگي ۾ اپنائي پڪا مسلمان ۽ سُٺا شهري بنجڻ جي ڪوشش ڪندي ٻنهي جهانن جي سعادت ماڻڻ جي قابل ٿي ويندا.

# 1- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان لائق ٿي ويندا ته اهي:

- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو مفهوم سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- معاشري جي اصلاح لاءِ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي اهميت بابت مذاڪرو ڪري سگهندا.
- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جا اصول ۽ قانون پڙهائي سگهندا.
- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر بابت ڪنهن آيت يا حديث جو ترجمو بيان ڪري سگهندا.
- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر واري فريضي ۾ ڪوتاهي ڪرڻ سان ٿيندڙ نقصان کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.

**امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو مفهوم:** "امر" جي لفظي معنيٰ ڪنهن ڳالهہ جو حڪم ڪرڻ ۽ "نهي" جي لفظي معنيٰ ڪنهن ڳالهہ کان روڪڻ آهي. "معروف" معنيٰ چاتل سڃاتل يا پسنديده ڪم ۽ "منڪر" معنيٰ اڻڄاتل ۽ ناپسنديده ڪم. شرعي اصطلاح ۾ هر اهو نيڪ ڪم جنهن جي ڪرڻ جو حڪم الله ۽ سندس رسول ڏنو هجي اهو "معروف" ۽ جنهن بري ڪم کان الله ۽ سندس رسول روڪيو آهي اهو "منڪر" آهي. تنهن ڪري امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو مطلب ٿيو "نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ. امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر لاءِ "دعوت" ۽ "تبليغ" جا لفظ بہ استعمال ٿيندا آهن.

**امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي اهميت:** جنهن دين جي ابتدا حضرت آدم عليه السلام کان ٿي، ان جو اختتام آخري پيغمبر حضرت محمد ﷺ ذريعي ٿيو. هاڻي قيامت تائين ڪوبہ نئون پيغمبر ڪين ايندو. ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ کان پوءِ اجتماعي طور تي اها ڳالهہ امت مسلمه تي فرض ڪئي وئي آهي تہ اهي هڪ ٻئي کي ۽ دنيا جي سمورن ماڻهن کي دين جي تعليم کان آگاهہ ڪن، انهن کي چڱين ڳالهين جو حڪم ڪن ۽ برين ڳالهين کان ڪين روڪين. ان فرض ڏانهن ڌيان ڏياريندي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَلۡتَكُنۡ مِّنۡكُمۡ اُمَّةٌ يَّدۡعُوۡنَ اِلَى الۡخَيۡرِ وَيَاۡمُرُوۡنَ بِالۡمَعۡرُوۡفِ وَيَنۡهَوۡنَ عَنِ الۡمُنۡكَرِ ؕ (آل عمران: 104)

ترجمو: ۽ اوهان ۾ هڪ اهڙي جماعت هئڻ گهرجي، جا چڱائيءَ ڏانهن سڏي ۽ چڱن ڪمن جو حڪم ڪن ۽ برن ڪمن کان جهلين.

هڪ ٻيءَ آيت ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: اوهين اهڙي ڀلي اُمت ماڻهن لاءِ پيدا ٿيل آهيو جو چڱن ڪمن جو حڪم ڪندا آهيو ۽ برن ڪمن کان جهليندا آهيو. (آل عمران: 110)

اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ جو فرمان آهي:

اَمۡرٌ بِالۡمَعۡرُوفِ صَدَقَةٌ وَنَهۡيٌ عَنِ الۡمُنۡكَرِ صَدَقَةٌ

ترجمو: نيڪي جو حڪم ڪرڻ صدقو آهي ۽ برائي کان روڪڻ بہ صدقو آهي

حجة الوداع جي خطبي ۾ نبي اڪرم ﷺ فرمايو: ”جيڪي حاضر آهن، اهي منهنجو هيءُ پيغام انهن ماڻهن تائين پهچائين جيڪي موجود ناهن“. پاڻ سڳورن ﷺ جو هيءُ فرمان بہ آهي تہ: ”قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، توهان ضرور نيڪيءَ جو حڪم ڪندا رهو ۽ برائي کان روڪيندا رهو ورنہ الله تعاليٰ اوهان تي عذاب موڪليندو پوءِ اوهين کين ٻاڏائيندا رهندؤ تہ بہ اوهان جون دعائون قبول نہ ٿينديون“.

انهن آيتن ۽ حديثن مان واضح ٿئي ٿو تہ انسان جو خود حق تي قائم رهڻ ئي ڪافي ناهي، پر ضروري آهي تہ هو ٻين کي بہ حق تي آڻڻ لاءِ جدوجهد ڪري. هي اهو نبين سڳورن عليهم السلام جي سنت وارو ڪم آهي، جيڪو ختم نبوت جي ڪري امتِ مسلمه جي ذميداري آهي. انهن آيتن ۽ حديثن مان اهو بہ واضح ٿئي ٿو تہ نيڪيءَ کي ڦهلائڻ ۽ برائي کي روڪڻ هر هڪ مسلمان جو انفرادي فرض بہ آهي تہ اجتماعي طور اسلامي حڪومت جي بہ ذميداري آهي تہ پنهنجا سمورا وسيلا ڪتب آڻيندي، معاشري ۾ نيڪيءَ کي ڦهلائي ۽ برائين جو دروازو بند ڪري.

## امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جا اصول ۽ قاعدا

1_ **باعمل هجڻ:** اسلام دين جي داعي کي سڀ کان پهريان ان ڳالهہ جو پابند بڻائي ٿو تہ جنهن ڀلائي جي هو ٻين کي دعوت ڏئي ٿو پهرئين پاڻ ان تي عمل ڪندو هجي ورنہ سندس دعوت بيڪار آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

اَتَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَتَنْسَوْنَ اَنْفُسَكُمْ وَاَنْتُمْ تَتْلُوْنَ الْكِتٰبَ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿۴۴﴾ (البقره: 44)

ترجمو: ماڻهن کي چڱائيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ پاڻ کي وساريو ٿا؟ هن هوندي به جو توهين ڪتاب پڙهو ٿا پوءِ چون ٿا سمجهو؟

**2۔ شروعات پنهنجي گھر کان:** ساڳي نموني اسلام اهو به چاهي ٿو ته نيڪيءَ جو حڪم ڪندڙ ۽ برائي کان روڪيندڙ ان ڪم جي ابتدا پنهنجي گھر کان ڪري، ان ڪري ئي الله تعاليٰ حضور اڪرم ﷺ جن کي حڪم فرمايو ته:

ترجمو: ۽ پنهنجن ويجهن مائٽن کي ڊيڄار. (الشعراء: 214)

ايمان وارن کي الله تعاليٰ حڪم فرمائي ٿو:

ترجمو: اي ايمان وارؤ! پاڻ کي پنهنجي گھر جي ڀاتين کي انهيءَ باهه کان بچايو جنهن جو ٻارڻ ماڻهو ۽ پٿر هوندا. (التحريم: 6)

**3۔ حڪمت ۽ موعظه حسنه:** اسلام امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر لاءِ هيءَ به رهنمائي ڪري ٿو ته اهو ڪم حڪمت ۽ دانائي سان سهڻي ۽ نرم انداز سان ڪجي. ماڻهن سان انهن جي سمجهه آهر ڳالهائجي. اهڙو طريقو اپنائجي، جنهن سان ماڻهو مانوس هجن. قرآن مجيد ۾ فرمان آهي:

ترجمو: (اي پيغمبر!) حڪمت ۽ سهڻي نصيحت سان پنهنجي پالڻهار جي واٽ ڏانهن (ماڻهن کي) دعوت ڏي ۽ سهڻي نموني ساڻن بحث ڪر. (النحل: 125)

۽ ٻي هنڌ الله تعاليٰ جو ارشاد مبارڪ آهي:

ترجمو: ۽ ڪين سنڌين دلين ۾ ڦهچندڙ ڳالهه چؤ. (النساء: 163)

**4۔ سگھه آهر امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر:** اسلام اها ذميداري ماڻهو جي طاقت ۽ حيثيت مطابق عائد ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ نبي پاڪ ﷺ جن فرمايو:

”جيڪڏهن توهان مان ڪو ماڻهو ڪا برائي ڏسي ته ڪيس گھرجي ته ان کي پنهنجي هٿ سان روڪي. جيڪڏهن هٿ سان روڪي نه سگھي ته زبان سان روڪي. جيڪڏهن ائين به نه ڪري سگھي ته ان کي دل ۾ برو سمجهي ۽ اهو ايمان جو ڪمزور درجو آهي“.

برائيءَ کي هٿ سان روڪڻ حڪومت ۽ حڪمرانن جو ڪم آهي، يا ماڻهو

پنهنجي ماتحتن ۽ ننڍي اولاد کي هٿ سان روڪي سگهي ٿو. عام ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته زبان سان برائيءَ کي روڪي. سندس اها ذميداري ناهي ته هر ڪنهن کي هٿ سان روڪڻ جي ڪوشش ڪري. ائين ڪرڻ سان فائدي بجاءِ نقصان جو انديشو آهي. اهي سڀ احتياطي ڳالهيون ان ڪري ٻڌايون ويون آهن جيئن امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو اصلي مقصد يعني انساني معاشري جو سڌارو ۽ چڱي نموني حاصل ٿي سگهي.

## سبق جو خلاصو

- امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو مطلب آهي "نيڪي جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ".
- نبي ڪريم ﷺ کان پوءِ ڪوبه نئون نبي ناهي اچڻو. تنهن ڪري پوري امت جي هيءَ ذميداري آهي ته امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو فريضو پورو ڪري. قرآن مجيد ۽ حديث شريف ۾ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي وڏي اهميت بيان ڪئي وئي آهي. سماج جي سڌاري ۾ ان جو بي حد اهم ڪردار آهي. حڪمرانن جي اها ذميداري آهي ته نيڪيءَ جي ڪمن کي عام ڪن ۽ برائين کي ختم ڪرڻ جو جوڳو بندوبست ڪن ۽ عوام ۾ علماء ڪرام ۽ دانشورن جو ڪم آهي ته حڪمت ۽ خيرخواهيءَ جي جذبي سان اهو فريضو ادا ڪن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو مقصد ۽ طريقيڪار هڪ ٻئي کي سمجهائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر بابت ڪا آيت يا حديث خوشخط لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون معاشري جي برائين جي نشاندهي ڪري انهن کي ختم ڪرڻ جون تجويزون ڏين ۽ مذاڪرو ڪن.

## مشق

1. **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

(1) امر ۽ نهي جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟

(2) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر مان ڇا مراد آهي؟

(3) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر لاءِ ٻيا ڪهڙا لفظ استعمال ٿيندا آهن؟

(4) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي اصول ۽ قانونن مان ڪي ٻه ٻه بيان ڪريو.

(5) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي اهميت بيان ڪيو.

2. **هيٺيان خال ڀريو:**

(1) توهان پين ماڻهن کي نيڪي جو حڪم ڪريو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ کي ________ ٿا.

(2) امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو ڪم حڪمت ____________ ۽ دانائي سان ڪيو وڃي.

(3) پاڻ ۽ پنهنجي گهر ٻار کي ان باهه کان بچايو جنهن جو ٻارڻ ______ ۽ پٿر هوندا.

(4) جيڪڏهن ڪو برائي کي پنهنجي زبان سان نه روڪي سگهي ته اهو دل ۾ ان کي برو سمجهي ۽ اهو ___________ جو ڪمزور درجو آهي.

3. **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1_ سيني امتن مان اوهين بهترين امت آهيو ڇو ته اوهين:

(الف) نماز پڙهو ٿا

(ب) دوستن سان سهڻو سلوڪ ڪريو ٿا

(ج) خير خيرات ڪريو ٿا

(د) نيڪيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائيءَ کان روڪيو ٿا.

2_ حجة الوداع جي موقعي تي حضور اڪرم ﷺ فرمايو: جيڪي هتي حاضر آهن اهي:

(الف) منهنجو پيغام غائبن تائين پهچائين
(ب) غائبن تائين منهنجا سلام پهچائين
(ج) غريبن کي ڪاڌو ڪارائين
(د) بيمارن جي عيادت ڪن.

3_ برائي کي هٿ سان روڪڻ ڪم آهي:

(الف) عالمن جو
(ب) حڪمرانن جو
(ج) عام ماڻهن
(د) تبليغ ۽ وعظ ڪندڙن جو

4_ امر بالمعروف جو مطلب آهي:

(الف) روزو رکڻ
(ب) علم جو درس ڏيڻ
(ج) حج جي ترغيب ڏيڻ
(د) نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ

4. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ هڪ جماعت اهڙي هجڻ گهرجي جيڪا نيڪيءَ ڏانهن سڏي ۽ برائي کان روڪي. | | |
| 2_ انسان پاڻ حق تي قائم رهي، ٻين کي حق جي دعوت ڏيڻ ضروري ناهي. | | |
| 3_ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي ڪم ۾ بي حد سختي ڪرڻ گهرجي | | |
| 4_ امت جي اجتماعي ذميداري آهي ته اها امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جو فريضو پورو ڪري. | | |

5. هيٺ ڏنل عبارتون مڪمل ڪريو:

1_ ماڻهن سان انهن جي سمجهه آهر ________________

2_ ماڻهن کي نيڪيءَ جو حڪم ڪيو ته پر ________________

3_ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي ڪم ۾ بي حد سَختي ________________

4_ جيڪڏهن هٿ سان نه روڪي سگهو ته ________________

5_ پاڻ سڳورن ﷺ حجة الوداع جي موقعي تي فرمايو: جيڪو حاضر آهي، اهو غائبن تائين منهنجو ________________

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين اڳيان امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي سلسلي ۾ حضور اڪرم ﷺ ۽ صحابه ڪرام رضي الله عنهم جي عملي نموني جا ڪجهه بيا مثال بيان ڪريو جيئن ان جي افاديت کان خوب آگاهه ٿين.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مختصر مضمون لکرايو:
  - ❖ معاشري جي منڪرات/ برائين کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ مسلمان جي ذميداري.
  - ❖ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جي ابتدا پاڻ کان.
  - ❖ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر جا فائدا.
  - ❖ امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر نه ڪرڻ جا نقصان.

# 2_ حلال ڪمائي

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا، جو اهي:

- حلال ڪمائيءَ جو مفهوم سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- اسلام ۾ حلال ڪمائي جي اهميت کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.
- ڪمائي جي جائز ۽ ناجائز ذريعن جو فرق لکي سگهندا.
- پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ حرام ڪمائي جي انجام کان باخبر ٿي، (ان کان بچندا) ۽ ڪمائي جي حلال ذريعن کي اپنائي، پڪا مسلمان ۽ سٺا شهري بڻجي سگهندا.

**حلال ڪمائيءَ جو مفهوم:** "حلال" جي لفظي معنيٰ آهي، جائز ۽ درست. حلال ڪمائي جو مطلب ٿيو "اها جائز ۽ درست ڪمائي، جيڪا اهڙي طريقي سان ڪمائي وڃي، جنهن کي شريعت جائز ۽ صحيح قرار ڏنو هجي". الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کي حلال ۽ جائز طريقي سان روزي ڪمائڻ سان گڏوگڏ حلال ۽ پاڪيزه شين استعمال ڪرڻ جو حڪم فرمائي ٿو جڏهن ته حرام طريقي سان ڪمائڻ ۽ حرام ۽ ناجائز شين واپرائڻ کان منع ڪري ٿو.

**آمدني جا حلال ذريعا:** اسلام جن ذريعن سان روزي ڪمائڻ کي جائز ۽ حلال قرار ڏنو آهي سي هي آهن: شرعي اصولن مطابق واپار ڪرڻ، زراعت ڪرڻ، ڪاريگري ۽ هنر مندي، حلال جانورن جو شڪار ڪرڻ، ملازمت ۽ محنت مزدوري ڪرڻ وغيره.

**آمدني جا ناجائز ذريعا:** اسلام جن ذريعن سان روزي ڪمائڻ ناجائز ۽ حرام قرار ڏنو آهي، انهن مان چند هي آهن: شريعت جي اصولن خلاف واپار ڪرڻ، منشيات ۽ وياج جو ڪاروبار ڪرڻ، جوا، چوري، ڌاڙو حرام جانورن جو شڪار ڪرڻ، ٻُنگ جي چَٽي وغيره اهڙي ريت اها ڪمائي به حرام شمار ٿيندي، جيڪا ڪنهن کي دوکو ڏئي، شين ۾ ملاوٽ ڪري، ذخيره اندوزي ڪري، رشوت ڏئي يا ظلم ۽ ڏاڍ وسيلي حاصل ڪئي وئي هجي.

**حلال ڪمائي جي اهميت ۽ تاڪيد:** اسلام حلال ڪمائي تي وڏو زور ڏنو آهي

۽ ان کي فرض عبادتن کان پوءِ اهم عبادت شمار ڪيو آهي، قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

فَإِذَا قُضِيَتِ الصَّلٰوةُ فَانْتَشِرُوْا فِي الْاَرْضِ وَ ابْتَغُوْا مِنْ فَضْلِ اللهِ( الجمعه: 10)

ترجمو: پوءِ جڏهن نماز پوري ڪئي وڃي تڏهن زمين تي ڪنڊري وڃو ۽ الله جي فضل (رزق) جي طلب ڪريو.

پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

طَلَبُ كَسْبِ الْحَلَالِ فَرِيْضَةٌ بَعْدَ الْفَرِيْضَةِ.

ترجمو: ”حلال روزيءَ جي طلب فرض عبادتن کان پوءِ اهم فريضو آهي“

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ سمورا نبي سڳورا عليهم السلام حلال طريقي سان روزي ڪمائي پيٽ گذر ڪندا هئا. حضرت آدم عليه السلام بني باري ۽ اَن پيهڻ جو ڏنڌو ڪندو هو. حضرت هود ۽ حضرت صالح عليه السلام واپار ڪندا هئا. حضرت ابراهيم عليه السلام بني باري جو ۽ رازڪو ڪم ڪيو جو ان ڪعبة الله جوڙيو حضرت داؤد عليه السلام تلوارون ۽ زرهون ٺاهيندو هو (لوهارڪو ڏنڌو ڪندو هو) حضرت موسيٰ عليه السلام ٻڪريون چاريون، حضرت عيسيٰ عليه السلام رنگساز هو جڏهن تہ اسان جي آخري نبي حضرت محمد ﷺ ٻڪريون بہ چاريون ۽ واپار بہ ڪيو. اهڙي نموني سمورن نبين سڳورن عليهم السلام پنهنجي قول ۽ عمل سان حلال ڪمائي جو سبق ڏنو ۽ ان جو تاڪيد ڪيو.

**حلال ڪمائي بابت تاڪيد جو سبب:** خالقِ ڪائنات الله تعاليٰ رزق روزيءَ جا وسيلا زمين ۾ رکيا آهن ۽ هر شخص کي انفرادي طور حڪم ڏنو آهي تہ هو محنت ۽ جدوجهد ڪري اهي وسيلا حاصل ڪري، ان طريقي سان انسان انفرادي طور خوشحال زندگي گذاريندو ۽ اجتماعي طور سماج جي ترقي آزادي ۽ خوشحالي ۾ واڌارو ٿيندو ۽ ان جي رياست جي آزادي ۽ خود مختياري کي بہ استحڪام ملندو.

حلال ڪمائي تي ان لاءِ بہ زور ڏنو ويندو آهي، جو جيڪڏهن ڪو شخص حرام طريقو اختيار ڪندو تہ ظاهر آهي ان جو نقصان پين ماڻهن کي بہ رسندو. ساڳي نموني هر شخص حرام ذريعن ۾ گرفتار ٿي ويندو تہ معاشري ۾ بدنامي ۽ بي چيني پکڙجي ويندي، نہ ڪنهن جو مال محفوظ رهندو نہ ئي جان ۽ نہ ئي وري ملڪ اندر ڪو سڌارو يا ترقي ٿي سگهندي.

**حلال ڪمائي جي برڪت:** هڪ دفعي حضرت سعد بن ابي وقاص ﷛ حضور اڪرم ﷺ جن کي عرض ڪيو اي الله جا رسول منهنجي حق ۾ دعا گهرو ته منهنجي هر دعا الله تعاليٰ قبول فرمائي. پاڻ فرمايائون: اي سعد! پنهنجو کاڌو پيتو حلال رک ته تنهنجي هر دعا قبول ٿيندي. نبي ڪريم ﷺ هيءُ به فرمايو آهي ته: ”الله تعاليٰ پاڪ آهي ۽ پاڪيزه مال ئي (خير خيرات ۾) قبول ڪندو آهي“.

حلال ڪمائي ذريعي پلجندڙ اولاد نيڪ صالح ٿيندو آهي ۽ پيءُ ماءُ جو پرجهلو بڻبو آهي. اهڙي طرح حلال ڪمائيندڙ محتاجي جي ذلت ۽ رسوائي کان محفوظ رهندو آهي. نه صرف پاڻ عزت پري زندگي گذاريندو آهي پر پنهنجي ملڪ جي ترقي ۽ سڌاري ۾ به اهم ڪردار نڀائيندو آهي. هو فضول خرچي، عيش پرستي، گمراهي ۽ گناهن کان بچڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ پنهنجي آمدني جائز طريقن ۾ خرچ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

اسان کي گهرجي ته الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ جي احڪامن کي سامهون رکي حلال رزق ڪمائڻ لاءِ جدوجهد ڪيون ۽ حرام کان هر حال ۾ پاڻ بچايون، جيئن اسان جون عبادتون، خيراتون ۽ دعائون قبول ٿين، ۽ اسان جي رزق ۾ برڪت ۽ زندگيءَ ۾ سڪون نصيب ٿئي.

- حلال ڪمائي مان اها ”جائز ڪمائي“ مراد آهي، جيڪا اهڙي طريقي سان ڪمائي وڃي، جنهن کي شريعت جائز ۽ صحيح قرار ڏنو هجي.
- الله تعاليٰ حلال ڪمائي تي وڌو زور ڏنو آهي، سمورن نبين سڳورن ﷸ حلال ذريعن مان روزي ڪمائي ۽ پنهنجي پنهنجي امت کي به اهو حڪم ڏنو ته حلال ذريعن سان رزق روزي حاصل ڪريو.
- حلال ڪمائيندڙ عزت پري ۽ پرسڪون زندگي گذاريندو آهي ۽ پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي ترقي، خوشحالي ۽ سڌاري ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو ڪيس الله تعاليٰ جي رضامندي (۽ سندس دعائن کي قبوليت) ملندي ۽ هو دنيا توڙي آخرت ۾ ڪاميابي ماڻيندو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- حلال ڪمائيءَ بابت هڪ مختصر مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکاريو.
- حلال ڪمائي جي فائدن جي فهرست ٺاهي استاد کي ڏيکاريو ۽ ڪاپيءَ ۾ نوٽ ڪريو.

# مشق

## .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1ـ حلال ڪمائي جو مفهوم بيان ڪريو.

2ـ آمدنيءَ جا حلال ذريعا ٻڌايو.

3ـ آمدنيءَ جي حرام ذريعن مان ڪن ٻـ ٽن جا تفصيل ٻڌايو.

4ـ حلال ڪمائيءَ بابت ڪنهن آيت يا حديث جو مفهوم بيان ڪريو.

5ـ حلال ڪمائيءَ جي معني ڇا آهي؟

## .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) جيڪڏهن ڪو شخص حرام طريقو اختيار ڪندو تہ ظاهر آهي ان جو __________ پين ماڻهن کي ٿيندو.

(2) پنهنجو کاڌو پيتو حلال رکو تہ اوهان جي هر __________ قبول ٿيندي.

(3) سمورن نبين سڳورن عليهم السلام قول ۽ عمل ذريعي __________ جو سبق ڏنو ۽ تاڪيد ڪيو.

(4) حلال جي لفظي معني __________ آهي.

3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ حلال رزق جي تلاش ڪرڻ فرض عبادتن کان پوءِ:

(الف) اهم فرض آهي (ب) سنت آهي
(ج) ثواب آهي (د) جائز آهي

2_ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَامُ:

(الف) واپاري هو (ب) هاري هو
(ج) لوهار هو (د) واڍو هو

3_ حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ:

(الف) زرهون ٺاهيندو هو (ب) ٻڪريون چاريندو هو
(ج) واپار ڪندو هو (د) هارپو ڪندو هو

4_ حضرت عيسيٰ عَلَيْهِ السَّلَامُ:

(الف) درزي هو (ب) تاجر هو
(ج) ڍڪڻ هو (د) رنگساز هو

4. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ حلال ڪمائي سان پلجندڙ اولاد نيڪ صالح ٿيندو آهي. | | |
| 2_ حلال ذريعن مان هڪ وياج جو ڪاروبار بہ آهي. | | |
| 3_ حلال رزق کائيندڙ جي دعا قبول ٿيندي آهي. | | |
| 4_ حرام ذريعن سان روزي ڪمائيندڙ کي الله تعاليٰ جي رضا نصيب ٿيندي آهي. | | |

5. کالم -1 جي لفظن کي کالم -2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| کالم -1 | کالم -2 |
|---|---|
| 1- حضرت محمد ﷺ | تلوارون ۽ زرهون ٺاهيندو هو. |
| 2- حضرت نوح عليه السلام | ٻڪريون چاريندو هو. |
| 3- حضرت هود عليه السلام | واڍڪو ڪم ڪندو هو. |
| 4- حضرت داؤد عليه السلام | واپار ڪندو هو. |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائڻين وچ ۾ حلال ڪمائي بابت ڪلاس ۾ تقريري مقابلو رکيو وڃي.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگرديائڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ حلال ڪمائي مان ڇا مراد آهي؟ تصور
  - ❖ ”جائز آمدني جا ذريعا“ مان ڇا مراد آهي؟ تصور
  - ❖ جائز ذريعن واري آمدني جون برڪتون.

# 3_ ڪاروبار ۾ ديانتداري

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا، جو اهي:
- ڪاروبار ۾ ديانتداري جو مفهوم سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- ڪاروبار ۾ ديانتداري بابت اسلامي تعليم بابت ٻڌائي سگهندا.
- عملي زندگيءَ ۾ ڪاروباري ديانتداري جي اهميت لکي سگهندا.

**ڪاروبار ۾ ديانتداريءَ جو مفهوم:** ڪاروبار ۾ ديانتداريءَ جو مطلب هي آهي تہ ڏنڏي واپار ۾ سچائي، ايمانداري جو خيال رکيو وڃي، شيءِ خالص ڏني وڃي، عيب لڪائي ڪابہ شيءِ نہ ڏجي، تور ماپ جا اوزار درست ۽ ٺيڪ رکيا وڃن ۽ هر قسم جي ڌوڪيبازي کان پاسو ڪيو وڃي.

**ڪاروبار ۾ ديانتداري جي اهميت:** الله تعاليٰ جا اڻ ڳڻيا احسان آهن، جنهن پنهنجي ٻانهن جي عبادت ۽ معاشرت (رهڻي ڪهڻي) ۾ رهنمائي فرمائي آهي، ساڳي نموني هن ڪاروباري معاملن جي حوالي سان بہ ڪين مڪمل اخلاقي آداب ڏسيا آهن، هن وقت دنيا جيتري بہ ترقي ماڻي آهي ان ۾ ڪاروبار جو وڏو هٿ آهي.

**ڪاروبار ۾ ديانتداريءَ جو انعام:** جيڪو واپاري پنهنجي ڏيتي ليتي ٺيڪ رکي ٿو، نبي پاڪ ﷺ ان جو انعام بيان ڪندي فرمايو:

اَلتَّاجِرُ الصَّدُوْقُ الْاَمِيْنُ مَعَ النَّبِيِّيْنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ

ترجمو: سچو ۽ ديانتدار واپاري (قيامت جي ڏينهن) نبين، صديقن ۽ شهيدن سان گڏ هوندو.

**ڪاروبار ۾ بدديانتي ۽ ان جي سزا:** ڪاروبار ۾ بد ديانتي جون ڪيتريون ئي صورتون آهن، جن مان ڪجهہ هي آهن:

- واپاري ڪنهن جنس جو ڍِڳ اهڙي طرح ڪري جو مٿان سٺي شيءِ نظر اچي ۽ اندران خراب هجي.
- مال ۾ ملاوٽ ڪندو هجي. يا قيمت سٺي شيءِ جي وٺي، بدلي ۾ هلڪي شيءِ ڏئي ڇڏي، تور ۽ ماپ ۾ گهٽ وڌائي ڪندو هجي.
- جڏهن ڪا شيءِ وٺي تہ پوري ڪري وٺي ۽ ڏيڻ مهل ڪٽائي ڏئي.

قرآن مجيد ۾ ڪيترن هنڌن تي ان قسم جي بد ديانتي کان روڪيو ويو آهي. ۽ ساهمي کي درست رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي، اهڙا ماڻهو الله تعاليٰ جي عذاب جا حقدار قرار ڏنا ويا آهن، جيڪي ماپ ۽ تور ۾ بدديانتي ڪندا هجن. جيئن الله جو فرمان آهي:

وَيۡلٌ لِّلۡمُطَفِّفِيۡنَ ۝ الَّذِيۡنَ اِذَا اكۡتَالُوۡا عَلَى النَّاسِ يَسۡتَوۡفُوۡنَ ۝ وَ اِذَا كَالُوۡهُمۡ اَوْ وَّزَنُوۡهُمۡ يُخۡسِرُوۡنَ ۝ (المُطففين: 1_3)

ترجمو: (تور ۽ ماپ ۾) انهن گهٽ ڪري ڏيندڙن لاءِ ويل آهي. جي جڏهن (پاڻ ۾) ماڻهن کان مَئي وٺندا آهن، تڏهن بلڪل پورو ڪري وٺندا آهن . ۽ جڏهن اُنهن کي مَئي ڏيندا آهن يا کين توري ڏيندا آهن (تڏهن) گهٽائي ڏيندا آهن.

نبي اڪرم ﷺ فرمايو:

”جيڪو ماڻهو (ڪاروبار ۾) ڌوڪيبازي ڪندو اهو اسان مان ناهي“.

اها ڪيڏي وڏي سزا آهي، جو نبي ڪريم ﷺ بد ديانتي ڪندڙ ماڻهو کي مسلمانن جي جماعت مان ئي خارج ڪري ڇڏيو آهي.

**ديانتداريءَ جو فائدو:** ڪاروبار جو دارومدار اعتماد تي آهي. جڏهن هڪ شخص خالص شيءِ ڏيندو، ڪنهن سان ڌوڪيبازي ۽ بد ديانتي نہ ڪندو تہ گراهڪن جو ان مٿان اعتماد مضبوط ٿي ويندو. ان جو ڪاروبار وڌندو ۽ مشهور ٿيندو. ان طريقي سان هو ججهو منافعو بہ ڪمائي وٺندو ۽ ماڻهن جي دل ۾ ان لاءِ عزت ۽ احترام پيدا ٿي پوندو.

ابتدائي دور ۾ ڪيترن ئي ڏورانهن علائقن تائين ديانتدار مسلمان واپارين ذريعي اسلام جو پيغام پهتو. ملائيشيا، انڊونيشيا ۽ چين ۾ اسلام اهڙن ديانتدار واپارين ذريعي ئي پهتو هو. اڄڪلهہ غير مسلم واپارين ڪاروبار ۾ ديانتداري کي اپنايو آهي تہ هو دنيا جي منڊين تي ڇانئجي چڪا آهن. اسين مسلمان ان ڪان منهن ڦيري پنهنجو اعتماد ۽ ساک

وجائي چڪا آهيون ۽ ڪاروبار ۾ ديانتداري ڪرڻ صرف انهن جي هڪ چالاڪي آهي، جڏهن ته ايمانداري اسان جي لاءِ ايمان جو مسئلو آهي، چو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي:

لَا اِیْمَانَ لِمَنْ لَّا اَمَانَةَ لَهٗ.

ترجمو: جنهن ماڻهو ۾ ديانتداري ناهي ان جو ايمان به ناهي.

## سبق جو خلاصو

- ڪاروبار ۾ ديانتداريءَ جو مطلب آهي ته ڏنڌي واپار ۾ سچائي. ايمانداري جو خيال رکيو وڃي ۽ هر قسم جي ڏوکيبازي کان پاسو ڪيو وڃي.
- اسلام ڪاروباري ديانتداري کي وڏي اهميت ڏني آهي. سچائي ۽ ايمانداري سان ڪاروبار ڪندڙن جي نبين، صديقن ۽ شهيدن سان جنت ۾ گڏجڻ جي خوشخبري ٻڌائي وئي آهي، ۽ دنيا اندر کين مال ۽ ڪاروبار ۾ برڪت جي خوشخبري ڏني وئي آهي. جڏهن ته بد ديانت ماڻهن کي الله تعاليٰ جي سخت ڏمر ۽ دنيا اندر بي برڪتي جو دڙڪو ٻڌايو ويو آهي.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگرديائڻيون "ڪاروبار ۾ ديانتداري" جو مفهوم ۽ ان جي اهميت هڪ ٻئي کي ٻڌائين.
- "ديانتداري ڪاروبار ۽ ايمان جي خوبي آهي" درسگاهه ۾ مذاڪرو ڪيو.

## مشق

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ڪاروبار ۾ ديانتداريءَ جو مفهوم ٻڌايو.
2. اسلام جي ابتدائي دور ۾ ڏورانهن علائقن تائين اسلام پهچڻ ۾ ڪهڙن ماڻهن جو ڪردار رهيو آهي؟
3. حديث ۾ ڪهڙي ڪاروباري لاءِ برڪت جو وعدو ڪيو ويو آهي؟
4. سورة المطففين ۾ ڪهڙن ماڻهن کي عذاب جو حقدار قرار ڏنو ويو آهي؟
5. ڪاروبار ۾ ديانتداري جي ڪيتري اهميت آهي؟ بيان ڪيو.

### 2. هيٺيان خال ڀريو:

(1) ملائيشيا، انڊونيشيا ۽ چين تائين ديانتدار مسلمان واپارين ذريعي ________ پهتو.

(2) غيرمسلمن طرفان ڪاروبار ۾ ديانتداري صرف انهن جي هڪ ________ آهي.

(3) جيڪو ماڻهو ڪاروبار ۾ ڌوڪيبازي ۽ بد ديانتي نه ٿو ڪري، ان مٿان ________ جو اعتماد مضبوط ٿئي ٿو.

(4) جنهن ماڻهو ۾ ديانتداري ناهي، ان جو ________ ناهي.

### 3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1. اڄڪلهه دنيا ۾ جيتري به ترقي نظر پئي اچي ان ۾ وڏو هٿ آهي.

(الف) واپار جو (ب) زراعت جو

(ج) محنت مزدوري جو (د) ملازمت جو

2. جڏهن ڪو ماڻهو ڪاروبار ۾ ڌوڪيبازي نه ٿو ڪري، ته گراهڪن جو ان مٿان مضبوط ٿئي ٿو:

(الف) ايمان (ب) يقين

(ج) اعتماد (د) ڀروسو

3۔ ڪاروبار ۾ ديانتداري مسئلو آهي:

(الف) ڪاروبار جو
(ب) ڪاروباري ترقي جو
(ج) مذهب جو
(د) ايمان جو

4۔ نبي ڪريم ﷺ فرمايو: جنهن ماڻهو ۾ ديانتداري ناهي، ان جو ڪوبہ:

(الف) دوست ناهي
(ب) ايمان ناهي
(ج) اسلام ناهي
(د) مذهب ناهي

## 4. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1۔ ڪاروبار جي بد ديانتي ڪندڙ شخص الله ۽ ماڻهن وٽ مقبوليت نہ ٿو ماڻي سگهي. | | |
| 2۔ ديانتدار واپار نبين، صديقن ۽ شهيدن سان گڏ هوندو. | | |
| 3۔ بد ديانت انسان جو ڪاروبار ٺپ ٿي ويندو آهي. | | |
| 4۔ ملاوٽي ۽ صحت لاءِ نقصانڪار شيون وڪرو ڪرڻ ڪاروباري بد ديانتي آهي. | | |

## 5. ڪالم ۔1 جي لفظن کي ڪالم۔2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ۔1 | ڪالم ۔2 |
|---|---|
| 1۔ سچار ۽ ديانتدار واپاري نبين، | ان جو ڪوبہ ايمان ناهي. |
| 2۔ تور ۽ ماپ ۾ گهٽتائي ڪندڙن لاءِ | ٺوڪري اهو اسان مان ناهي. |
| 3۔ جنهن ۾ ديانتداري ناهي، | صديقن ۽ شهيدن سان گڏ اٿندو. |
| 4۔ جيڪو شخص ڪاروبار ۾ ٺوڳيبازي | ويل آهي. |

# استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان ”ڪاروبار ۾ ديانتداري“ جي بابت مضمون لکرايو.
- ”ديانتداري جي فائدن“ بابت هڪ فهرست تيار ڪريو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو.
  - ❖ شين ۾ ملاوٽ جا نقصان
  - ❖ مال ۾ عيب ظاهر ڪرڻ جا فائدا
  - ❖ بد ديانتي جو انجام.

# 4_ نظم و ضبط ۽ قانون جو احترام

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا، جو اهي:

- نظم و ضبط جو مطلب ٻڌائي سگهندا.
- قانون جي احترام جو مقصد لکي سگهندا.
- پنهنجي عملي زندگي ۾ نظم و ضبط ۽ قانون تي عمل ڪرڻ جي اهميت لکي سگهندا.
- قانون جي پاسداري ڪرڻ سان معاشرو بگڙجڻ کان بچي سگهي ٿو. ان بابت بحث مباحثو ڪري سگهندا.

**نظم ۽ ضبط:** نظم و ضبط مان مراد آهي، قانون ۽ اصولن جي پوئواري ڪرڻ. فطرت جي اصول مطابق نظم و ضبط جي پاسداري ڪرڻ کان سواءِ ڪو ماڻهو يا ڪا قوم ڪاميابي ماڻي نہ ٿي سگهي. اهائي قوم ڪامياب ۽ ڪامران ٿي سگهي ٿي، جيڪا نظم و ضبط اختيار ڪندي هن ڪائنات جو ڪارخانو ان نظم و ضبط تحت پيو هلي ۽ اسان کي بہ نظم و ضبط جو سبق تو سيکاري الله تعاليٰ ڪائنات جي نظام ۾ نظم و ضبط جو هڪ مثال ڏنو آهي، قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَ الشَّمْسُ تَجْرِيْ لِمُسْتَقَرٍّ لَّهَا ؕ ذٰلِكَ تَقْدِيْرُ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ ﴿۳۸﴾ وَ الْقَمَرَ قَدَّرْنٰهُ مَنَازِلَ حَتّٰى عَادَ كَالْعُرْجُوْنِ الْقَدِيْمِ ﴿۳۹﴾ لَا الشَّمْسُ يَنْۢبَغِيْ لَهَاۤ اَنْ تُدْرِكَ الْقَمَرَ وَ لَا الَّيْلُ سَابِقُ النَّهَارِ ؕ وَ كُلٌّ فِيْ فَلَكٍ يَّسْبَحُوْنَ ﴿۴۰﴾

(يٰسٓ: 38 – 40)

ترجمو: ۽ سج پنهنجي ٽڪاڻي جي جاءِ تي پيو هلندو آهي، اِهو غالب (الله) جو اندازو (ٺهرايل) آهي. ۽ چنڊ لاءِ منزلون مقرر ڪيوسون تان جو پراڻي ڪجيءَ جي (سڪل) ڇڙيءَ وانگر وري ڏنگو ٿيندو آهي . نڪي سج کي چنڊ جي پهچڻ جي (ڪا) مجال آهي

۽ نڪي رات (سج لهڻ کان اڳ) ڏينهن تي اڳرائي ڪندڙ آهي ۽ (سج ۽ چنڊ ۽ تارن مان) هر هڪ آسمان ۾ پيو هلندو آهي.

ڪائنات جو نظام اسان کي نظم و ضبط جي اهميت ٻڌائي رهيو آهي ۽ سمجهائي ٿو تہ ڪنهن بہ نظام کي ڪاميابي سان هلائڻ لاءِ نظم و ضبط بي حد ضروري آهي. ساڳئي نموني اسلام جو عبادتي نظام بہ اسان کي نظم و ضبط جو سبق ڏئي ٿو. مقرر وقتن تي نماز جي ادائيگي، خاص مهيني ۾ روزي جي فرضيت، مقرر وقتن تي سحري ۽ افطاري ڪرڻ، مقرر وقت تي حج ادا ڪرڻ. اهي سڀ شيون اسان کي نظم و ضبط جو پابند بڻائڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿيون ۽ اسان جي معاشرتي زندگيءَ کي متوازن بڻائين ٿيون.

شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ نظم و ضبط جو خيال رکڻ تمام اهم آهي. انهن لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي سيني ڪمن جو وقت مقرر ڪري (ٽائيم ٽيبل جوڙي) وقت تي سمهڻ، وقت تي جاڳڻ، وقت تي اسڪول پهچڻ وقت تي ڪم ڪار ڪرڻ، وقت تي کيڏڻ، وري اسڪول جي ٽائيم تي اسڪول جي قانونن جو ڌيان رکڻ، يونيفارم، ڪلاس روم ۽ اسڪول جي صفائي جو خيال رکڻ، ڪلاس ۾ شور نہ ڪرڻ، تعليم تي ڌيان ڏيڻ، استادن جي ڳالھ ٻڌڻ ۽ لائبرري ۾ خاموشيءَ سان مطالعو ڪرڻ، اهي سڀ ڳالهيون نظم و ضبط سان تعلق رکن ٿيون.

اهڙي طرح هر ماڻهو لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي ڪار وهنوار ۾ نظم و ضبط جو اهتمام ڪري، گهر ۾ رهندي، گهر جي اصولن جو خيال رکڻ، گهر ۽ ان جي اردگرد ماحول کي صاف سٿرو رکڻ، رش واري جڳھ تي ڌڪا ڏيڻ کان پاسو ڪري، قطار ٺاهڻ، دفترن ۾ اتان جي وقت ۽ يوٽيلٽي بل وغيره وقت تي ادا ڪرڻ بہ نظم و ضبط جو حصو آهن. جيڪڏهن اسين انفرادي طور نظم و ضبط جو مظاهرو ڪنداسين، تڏهن ئي اجتماعي نظم و ضبط پيدا ٿيندو، ڇو تہ اجتماعي نظم و ضبط بہ انفرادي نظم و ضبط مان جنم وٺي ٿو. جيڪو معاشري جي خوشحالي ۽ سڪون جو ضامن آهي. تنهن ڪري اسان تي لازم آهي تہ پنهنجي پنهنجي حد ۾ رهندي نظم و ضبط ڏانهن ڌيان ڏريون.

**قانون جو احترام:** ڪنهن بہ حڪومت کي هلائڻ لاءِ ڪجھ قاعدا ۽ اصول مقرر ڪيا ويندا آهن. انهن قاعدن ۽ اصولن کي "قانون" چئبو آهي. قانون جي پابندي ڪرڻ ملڪ جي هر شهري تي لازم هوندي آهي. قانون تي هلڻ سان هر شهري کي سندس حق ملندو آهي. ملڪ پوري انتظام سان هلندو آهي ۽ معاشري ۾ امن ۽ سڪون قائم رهي ٿو. پر

جيڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ قانون جي خلاف ورزي ٿيندي هجي، هر شخص پنهنجي مرضي هلائيندو هجي ته اتي افراتفري ڦهلجي ويجي ٿي، پوءِ نه ڪنهن جي دولت ۽ عزت محفوظ رهي ٿي ۽ نه وري ان جي جان محفوظ رهي ٿي، معاشري ۾ بي چيني ۽ ڏڦيڙ ڦهلجي وڃي ٿو. اهڙي ملڪ کي نه مهذب ۽ نه ترقي يافته ملڪ چئي سگهجي ٿو.

نبي پاڪ ﷺ ۽ صحابه ڪرام رضي الله عنهم اجمعين جي دور ۾ قانون جو بي حد احترام هو جنهن جو اندازو هن ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته نبي اڪرم ﷺ جن ملڪي سربراهه هجڻ جي حيثيت سان منبر تي اعلان فرمايو ته:

"جيڪڏهن ڪنهن جو ڪوبه حق مون ڏانهن هجي ته مون کان اچي وٺي"

ساڳي طرح حضور ﷺ قانون جي نفاذ جي حوالي سان ننڍي ۽ وڏي، امير ۽ غريب، سفيد ۽ ڪاري، عربي ۽ عجمي ۾ ڪوبه فرق نه رکندا هئا.

**اسان جي ذميداري:** هڪ مسلمان ۽ سٺي شهري هجڻ جي ناطي اسان جي ذميداري آهي ته اسين اسلامي اصولن جي پاسداري ۽ ملڪي قانونن جو احترام ڪريون. ان سان هڪ سٺو ۽ مهذب معاشرو وجود ۾ اچي سگهي ٿو جنهن سماج ۾ لا قانونيت هلي ٿي، اتان جو امن ۽ سڪون برباد ٿيو وڃي. قانون نافذ ڪرڻ وارن کي به گهرجي ته هو ڪنهن کي به قانون کان مٿاهون نه سمجهن. هر ڪنهن لاءِ قانون جو نفاذ برابري واري طريقي سان هجي، جنهن ۾ الله تعاليٰ ۽ سندس رسول جي رضامندي به آهي ته ملڪ ۽ قوم جي فلاح به.

- نظم و ضبط مان مراد قانون ۽ اصولن جي پابندي ڪرڻ آهي. ڪائنات جو منظم انتظام ۽ اسان جو عبادتي نظام به اسان کي نظم و ضبط جو سبق ڏئي ٿو.

- ڪنهن بہ قوم جي تهذيب ۽ سگهڙائپ جو اندازو انهن جي نظم و ضبط مان لڳائي سگهجي ٿو.
- نظم و ضبط جو خيال رکندڙ قوم ئي ترقي ۽ عروج ماڻي ٿي.
- هر ملڪ کي هلائڻ جا ڪجهہ قاعدا ۽ اصول هوندا آهن. انهن قاعدن ۽ اصولن کي ”قانون“ چئبو آهي. قانون جي پابندي ڪرڻ هر شهري جي ذميداري آهي. قانون جي پابندي ذريعي ئي ماڻهو جي مال، عزت ۽ جان محفوظ رهي سگهي ٿي.
- اسلام جهڙي ريت الله تعاليٰ ۽ سندس رسول جي اطاعت جو حڪم ڪري ٿو. ساڳي نموني نظم و ضبط ۽ عام ڀلائي خاطر جوڙيل قانونن جي پابندي جو بہ حڪم ڏئي ٿو.

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون نظم و ضبط ۽ قانون جي احترام جو مفهوم هڪ ٻئي کي ٻڌائين.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون ”قانون جي احترام سان معاشرو بگڙجڻ کان بچي سگهي ٿو“ عنوان تي درسگاهہ ۾ مذاڪرو ڪن.
- شاگرد ۽ شاگردياڻيون انهن قانونن جي فهرست جوڙين جن جي هو پابندي ڪندا آهن.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1۔ نظم و ضبط مان ڇا مراد آهي؟

2۔ قانون جي احترام جو ڇا مطلب آهي؟

3۔ سوره يٰسٓ واري آيت اسان کي ڇا جو سبق سيکاري ٿي؟

4۔ اسلام جو عبادتي نظام اسان کي ڪهڙو درس ڏئي ٿو؟

2. هيٺيان خال ڀريو:

(1) اسلام جو عبادتي نظام اسان کي __________ جو درس ڏئي ٿو.

(2) ڪنهن بہ ملڪ کي هلائڻ لاءِ جيڪي اصول ۽ قاعدا جوڙيا ويندا آهن، انهن کي __________ چئبو آهي.

(3) حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن ڪنهن جو ڪو بہ حق مون ڏانهن هجي تہ اچي __________ ڪان وٺي.

(4) سٺي شهري جي ذميداري آهي تہ هو ملڪي _____ جو احترام ڪري.

3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1۔ قانون جي پابندي ڪرڻ هر شهري جو

(الف) فرض آهي (ب) حق آهي
(ج) ڪم آهي (د) احسان آهي

2۔ جيڪڏهن اسين انفرادي طور نظم و ضبط جو مظاهرو ڪنداسين تہ:

(الف) اجتماعي نظم و ضبط پيدا ٿيندو (ب) اجتماعي ڪاميابي ٿيندي
(ج) اجتماعي ڀلائي ٿيندي (د) اجتماعي ترقي ٿيندي.

3۔ ”۽ سج پنهنجي مقرر جڳهہ ڏانهن هلي ٿو“ اهو ترجمو آهي:

(الف) سورة الرحمن جي آيت جو (ب) سورة يس جي آيت جو
(ج) سورة الاخلاص جي آيت جو (د) سورة الانشراح جي آيت جو

4۔ قانون تي عمل ڪرڻ سان ملڪ ۾ پيدا ٿيندي:

(الف) بدنظمي (ب) افراتفري
(ج) نظم و ضبط (د) حقن جي حاصلات

4. ڪالم ـ1 جا لفظ ڪالم ـ2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ـ 1 | ڪالم ـ 2 |
|---|---|
| 1ـ نبي ڪريم ﷺ جن قانون جي نفاذ جي حوالي سان | خيال رکڻ تمام اهم آهي. |
| 2ـ طالب علم لاءِ نظم و ضبط جو | برابر هجڻ گهرجي. |
| 3ـ قانون جو نفاذ سڀني لاءِ | نظم و ضبط جو خيال رکي. |
| 4ـ هر ماڻهو لاءِ لازمي آهي ته هو پنهنجي پنهنجي حد اندر | ننڍي ۽ وڏي، امير ۽ غريب، سفيد ۽ ڪاري ۾ ڪوبه ويڇو نه رکيو. |

5. هيٺيون عبارتون مڪمل ڪريو:

1ـ اسان جي ذميداري آهي ته ملڪي قانون جو ____________

2ـ هڪ طالب علم لاءِ نظم و ضبط جو خيال رکڻ ____________

3ـ نظم و ضبط سان قانون ۽ قاعدي ____________

4ـ قانون جي پابندي ڪرڻ هر شهري جي ____________

5ـ ڪائنات جو پورو نظام ____________

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين سامهون نظم و ضبط ۽ قانون جي احترام جي حوالي سان وڏڙن جا ڪجهه مثال بيان ڪريو.
- هيٺين عنوان تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مختصر مضمون لکرايو:
  - ❖ قانون جو احترام ڇو ضروري آهي
  - ❖ قانون جي احترام جا فائدا
  - ❖ قانون جي ڀڃڪڙيءَ جا نقصان

# 5_ اتحادِ مِلّي (قومي ايڪو)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا، جو اهي:

- مِلّي اتحاد“ جو مفهوم سمجهي، بيان ڪري سگهندا.
- مِلّي اتحاد جي اهميت ۽ افاديت بابت لکي سگهندا.
- مِلّي اتحاد جي واڌاري ۾ ڪردار نڀائيندڙ ڳالهيون لکي سگهندا.

## قومي ايڪي جو مفهوم:

ڪنهن قوم جو عقيدي، نظرئي، عمل ۽ مقصد تحت هڪ ٿي وڃڻ کي ”مِلّي اتحاد“ يعني ”قومي ايڪو“ چئجي ٿو.

سمورا مسلمان هڪ عقيدو رکن ٿا. سندن نظريو عمل ۽ زندگيءَ جو مقصد ساڳيو آهي، تنهنڪري مسلمان هڪ ”مِلّت“ آهن. جيتوڻيڪ اهي انفرادي طور دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل آهن. سندن رنگ، نسل، ٻوليون ۽ ملڪ جدا جدا آهن. جڏهن ته اسلام کان سواءِ ٻيا جيترا بہ مذهبن ۽نظرين جا پوئلڳ آهن، سي سڀ جدا ”مِلّت“ قرار ڏنا ويا آهن.

**اهميت ۽ ضرورت:** ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ اتحاد ۽ ٻڌيءَ ۾ برڪت ۽ نااتفاقي ۽ انتشار ۾ بي برڪتي آهي. جيڪڏهن ڪنهن گهر جا ماڻهو پاڻ ۾ اتفاق ۽ ٻڌي رکندا تہ

سندن گهريلو حالات ۽ ماحول درست ۽ پرسڪون بڻجي پوندو. جڏهن تہ سندن نااتفاقي ۽ اختلافن جي ڪري گهرو ماحول درهم برهم ٿي ويندو ۽ سندن آرام ۽ سڪون برباد ٿي ويندو.

اسلام کان اڳ عرب قبيلا ٽوري ٽوري ڳالهہ تي پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. انهن جون پاڻ ۾ ٽيل ست سؤ جنگيون مشهور آهن. پاڻ ۾ وڙهڻ جي ڪري سندن طاقت ختم ٿي چڪي هئي. انهن جي ڪابہ مرڪزي حڪومت ڪانہ هئي. اسلام اچي سندن منتشر سگهہ کي متحد ڪيو. کين هڪ عقيدي، نظرئي، عمل ۽ مقصد تحت گڏ ڪيو. نتيجي ۾ انهن ٿن کنڊن جي وڏي حصي تي پنهنجو قبضو ڄمائي ورتو. مادي، روحاني، علمي، تهذيبي ۽ ثقافتي اعتبار سان دنيا جي اڳواٽي ڪرڻ لڳا. ان نعمت کي ياد ڏياريندي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَاذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ كُنْتُمْ اَعْدَآءً فَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ بِنِعْمَتِهٖٓ اِخْوَانًا

(آل عمران: 103)

ترجمو: ”۽ پاڻ تي الله جي نعمت کي ياد ڪريو جو جڏهن پاڻ ۾ ويري هيؤ پوءِ اوهان جي دلين ۾ ميلاپ وڌائين پوءِ سندس فضل سان هڪ ٻئي جا ڀائر ٿيؤ“.

نبي اڪرم ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي:

”اي الله جا ٻانهؤ! پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا ڀائر بڻجي وڃو“.

## قومي ايڪي ۾ واڌارو آڻيندڙ ڳالهيون

**توحيد جو عقيدو:** سڀني مسلمانن جو اهو عقيدو آهي تہ خالق ۽ مالڪ هڪ الله آهي. رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪرڻ ۾ ئي ٻنهي جهانن جي ڪاميابي آهي. الله تعاليٰ جو آخري ڪتاب هدايت جو سرچشمو آهي. مرڻ کان پوءِ زندهہ ٿي پنهنجي عملن جو حساب ڏيڻو آهي. اها عقيدي جي هڪ جهڙائي مسلمانن کي ملي اتحاد واري رشتي ۾ ڳنڍيو ڇڏي ٿي.

**عبادتي نظام:** مسلمانن جو عبادتي نظام بہ سندن مِلّي اتحاد واري رشتي کي وڌيڪ سگهارو بڻائي ٿو. هڪ ئي مرڪز ڪعبي ڏانهن هڪ امام جي پٺيان پنج وقتي نماز ادا ڪن ٿا. بغير ڪنهن فرق جي سڀئي ڪلهو ڪلهي سان ملائي صف ٻڌي بيهن ٿا. هڪ ئي انداز سان رڪوع ۽ سجدو ڪن ٿا. جمعي جي نماز محلي جي سڀني ماڻهن کي هڪ هنڌ جمع ڪري، کين اتحاد جو سبق ڏئي ٿي. ٻنهي عيدن جون نمازون پوري شهر جي ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪن ٿيون. ۽ حج وري پوري دنيا جي مسلمانن کي هڪ مرڪز ۾ گڏ ڪري،

هڪ پرڏيهي مِلّي اتحاد جو سبق ڏئي ٿو. ساڳئي نموني روزو ڪين پنهنجي غريب ڀائرن جي مدد ڪرڻ، انهن سان همدردي ۽ غمخواريءَ جو درس ڏئي ٿو. رمضان جي پڄاڻيءَ تي فطرو سڀني اسلامي ڀائرن کي عيد ۾ شامل ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ٿو.

مطلب ته اسين اسلام جي عبادتي نظام کي جهڙيءَ به انداز سان ڏسنداسين، ان جو مِلّي اتحاد جي ڦهلائڻ ۾ اهم ڪردار نظر ايندو.

**سماجي زندگيءَ جي ڪار وهنوار ۾ هڪ جهڙائي:** مسلمانن جي سماجي زندگيءَ ۾ به هڪ جهڙائي موجود آهي، جيڪا سندن مِلّي اتحاد جو عظيم الشان مظهر آهي. مثال طور شادي، نڪاح، جنازو، ڪفن دفن، حق، ذميداريون، آداب، طور طريقا، رهڻي ڪهڻي، ميل جول ۽ خانداني نظام بابت اسلام جيڪي اصول ۽ قانون ٻڌايا آهن، سڀئي مسلمان انهن تي هڪ نموني عمل ڪن ٿا.

**نصب العين جو اتحاد:** مِلّي اتحاد جي حوالي سان الله تعاليٰ مسلمانن کي هڪ متفقه نصب العين ڏنو آهي. هي اهو ئي نصب العين آهي، جيڪو سڀني نبين سڳورن جو نصب العين هو. يعني "دين کي قائم رکڻ". قرآن مجيد ۾ فرمان آهي:

اَنْ اَقِيْمُوا الدِّيْنَ وَلَا تَتَفَرَّقُوْا فِيْهِ (الشوريٰ: 13)

ترجمو: "ته دين کي قائم ڪريو ۽ منجهس ڌار ڌار نه ٿيو".

اهو مسلمانن جو متفقه نصب العين آهي، جيڪو مسلمانن کي پاڻ ۾ متحد رکي ٿو. تنهن ڪري الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

ترجمو: "۽ الله جي رسيءَ (يعني قرآن) کي سڀئي چنبڙي وٺو ۽ ڌار ڌار نه ٿيو". (آل عمران: 103)

**مِلّي اتحاد بابت الله تعاليٰ جي رهنمائي:** الله تعاليٰ مسلمانن کي اتحاد ۽ اتفاق قائم رکڻ بابت بار بار حڪم فرمايو آهي. جيئن الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

ترجمو: "۽ الله ۽ سندس پيغمبر جي فرمانبرداري ڪريو ۽ پاڻ ۾ تڪرار نه ڪريو نه ته ڪمزور ٿيندؤ ۽ اوهان جي (اتفاق جي) هوا هلي ويندي". (الانفال: 46)

**رسول الله ﷺ جا فرمانَ مبارڪ:** مِلّي اتحاد بابت رسول الله ﷺ جن پنهنجي ڪيترن ئي فرمانن ۾ تعليم ڏني آهي، جن مان ڪجهه هي آهن:

- توهين سڀ مسلمان پاڻ ۾ رحم، محبت ۽ شفقت ڪرڻ ۾ هڪ جسم وانگر آهيو. جيڪڏهن جسم جي ڪنهن عضوي کي ڪا تڪليف ٿيندي آهي ته جسم جا سمورا عضوا تڪليف ۽ مصيبت ۾ مبتلا ٿي پوندا آهن.
- مسلمان اهو آهي، جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا مسلمان محفوظ هجن.

**مِلّي اتحاد وقت جي اهم ضرورت:** مسلمان ملڪن کي گهرجي ته هو پاڻ ۾ اتحاد پيدا ڪرڻ لاءِ ڪا اهڙي حڪمت عملي تيار ڪن، جنهن ذريعي هو نه صرف پنهنجا اختلاف نبيري سگهن، پر بين قومن ۾ پيدا ٿيندڙ اختلافن کي به سهڻي نموني حل ڪري سگهن. ان سان گڏ پنهنجي معيشت ۽ رهڻي ڪهڻي کي به ترقي وترائي سگهن ۽ پنهنجو نصب العين به مڪمل ڪري سگهن. اسان جي قوت، ترقي ۽ خوشحاليءَ جو مڪمل دارومدار اسان جي "مِلّي اتحاد" تي آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي ته الله ۽ سندس رسول ﷺ جي حڪمن جي روشنيءَ ۾ "مِلّي اتحاد" لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪريون ۽ هر ان نعري ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏيون، جيڪو اسان کي زبان، رنگ، نسل ۽ وطن جي نالي تي ورهائيندو هجي ۽ اسان جي مِلّي اتحاد کي نقصان پهچائيندو هجي.

- مِلّي اتحاد جو مقصد هي آهي ته عقيدي، نظرئي، عمل ۽ هڪ ئي مقصد تحت ڪنهن قوم جو هڪ ٿي وڃڻ.
- مسلم امت جيئن ته عقيدو نظريو عمل ۽ زندگيءَ جو مقصد ساڳيو رکي ٿي، تنهنڪري سمورا مسلمان هڪ "مِلّت/ قوم" آهن.
- قرآن مجيد ۽ حديثن ۾ مِلّي اتحاد تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي، ڇو ته اتحاد ۽ ٻڌيءَ ۾ برڪت ۽ نااتفاقي ۽ انتشار ۾ بي برڪتي آهي.
- اسان جو عبادتي نظام، تهذيب ۽ ثقافت، نظريو ۽ اسان جي نصب العين جو هڪ هجڻ اسان کي اتحاد ۽ ٻڌيءَ جو درس ڏين ٿا.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون ”مِلّي اتحاد“ بابت مختصر مضمون لکي، پنهنجي استاد کي ڏيکارين.
- مِلّي اتحاد ۾ واڌارو آڻيندڙ ڳالهين بابت پنهنجي درسگاهه ۾ مذاڪرو ڪريو.

# مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1۔ مِلّي اتحاد جو مفهوم ڇا آهي؟

2۔ اسلام کان سواءِ ڪيتريون مِلّتون آهن؟

3۔ اسلام کان اڳ عرب قبيلا ڪنهن سان وڙهندا رهندا هئا؟

4۔ مسلمانن پنهنجي مِلّي اتحاد جي ڪري ڪيترن ڪندن تي پنهنجو قبضو ڄمائي ورتو؟

5۔ مِلّي اتحاد بابت قرآن مجيد جي ڪنهن به هڪ آيت جو مفهوم ٻڌايو.

### .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) الله تعاليٰ جي ان نعمت کي ياد ڪريو، جڏهن اوهان هڪٻئي جا ____________ هئا، پوءِ اوهان جي دلين ۾ محبت وڌي.

(2) اي الله جا ٻانهؤ! پاڻ ۾ هڪٻئي جا ____________ ٻڻجي وڃو.

(3) اسان جي طاقت، ترقي ۽ خوشحاليءَ جو مڪمل دارومدار اسان جي ____________ تي آهي.

(4) مسلمان اهو آهي، جنهن جي هٿ ۽ زبان کان ٻيا مسلمان ______ هجن.

3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1_ اتحاد ۾ ٻڌيءَ ۾ برڪت آهي، جڏهن تہ نااتفاقي ۾ انتشار ۾:

(الف) بي برڪتي آهي　　(ب) بي چيني آهي
(ج) لڙائي جهيڙو آهي　　(د) ذلت آهي

2_ سمورن انسانن لاءِ هدايت جو سرچشمو:

(الف) ملڪ ۽ قوم آهي　　(ب) قرآن مجيد آهي
(ج) معاشرو آهي　　(د) تعليم آهي

3_ سمورن مسلمانن جي سماجي زندگيءَ ۾:

(الف) بي چيني آهي　　(ب) انصاف آهي
(ج) هڪجهڙائي آهي　　(د) اختلاف آهي

4_ توهين سڀ مسلمان پاڻ ۾:

(الف) هڪ جسم وانگر آهيو　　(ب) ٻن جسمن وانگر آهيو
(ج) قوم وانگر آهيو　　(د) قبيلي وانگر آهيو

4. ڪالم _1 جا لفظ ڪالم_2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم _1 | ڪالم _2 |
|---|---|
| 1_ نظرياتي هڪجهڙائي مسلمانن کي ملي اتحاد جي هڪ | ۽ اوهان جي طاقت هلي ويندي. |
| 2_ اسلام کان سواءِ ٻيا جيترن بہ مذهبن ۽ نظرين | مالي مدد ڪن ٿا. |
| 3_ زڪوات وسيلي مسلمان هڪٻئي جي | جا پوئلڳ آهن، سي سڀ جدا "ملت" قرار ڏنا ويا آهن. |
| 4_ ۽ اختلاف نہ ڪريو نہ تہ ڪمزور ٿيندؤ | مضبوط رشتي ۾ ڳنڍي ڇڏي ٿي. |

5. هيٺيون عبارتون مڪمل ڪريو:

1_ قرآن مجيد ۾ آهي: پوءِ اوهان جي دلين ۾ __________________

2_ قرآن مجيد ۾ آهي: دين کي قائم رکو ۽ ان ۾ __________________

3_ قرآن مجيد ۾ آهي: ۽ سڀ گڏجي الله جي رسيءَ کي مضبوط پڪڙيو ۽ __________________

4_ ارشاد نبوي آهي: الله جا ٻانها پاڻ ۾ __________________

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي "مِلّي اتحاد"بابت حضور ڪريم ﷺ جي سيرت پاڪ مان ڪجهه وڌيڪ مثال ٻڌايو.
- مِلّي اتحاد بابت قرآن شريف جي آيتن، حديثن مبارڪن ۽ مسلمان مفڪرن جي اقوالن جا چارٽ ٺاهي، درسگاهه ۾ هڻو.
- هيٺين عنوانن بابت شاگردن ۽ شاگردياڻين کان مختصر مضمون لکرايو:
  - ❖ مِلّي اتحاد ڇا آهي؟
  - ❖ مِلّي اتحاد ڇو ضروري آهي؟
  - ❖ مِلّي اتحاد بابت اسلام جي ڪهڙي تعليم آهي؟

# 6_ حقوق العباد
# (يتيم، بيوه، معذور، مسافر)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون ان قابل ٿي ويندا، جو اهي:

- يتيمن، بيوهه عورتن، معذورن ۽ مسافرن جي حقن کان آگاهه ٿي، بيان ڪري سگهندا.
- انهن جي حقن بابت اسلامي هدايتون لکي سگهندا.
- قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ حقوق العباد جي اهميت ۽ فضيلت لکي سگهندا.

**حقوق العباد جي معنيٰ ۽ مفهوم:** "حقوق" جمع آهي "حق" جو جنهن جي لفظي معنيٰ آهي: ثابت ٿيل شيءِ ۽ مراعاتون (ذميداريون). جڏهن ته "عباد" جمع آهي "عبد" جو جنهن جي معنيٰ آهي ٻانهو. حقوق جا ٻه قسم آهن: (1) حقوق الله (2) حقوق العباد.

**حقوق الله** مان مراد اسان جون اهي ذميداريون آهن، جيڪي الله تعاليٰ طرفان اسان تي لازم ٿيل آهن، جن جو دين اسلام اسان کي حڪم ڪري ٿو. مثال طور: وحدانيت جو اقرار، فرائض ۽ واجبات جي ادائگي ۽ احڪام مڃڻ.

**حقوق العباد** مان اهي رعايتون (ذميداريون)مراد آهن، جيڪي الله تعاليٰ طرفان ٻانهن مٿان هڪ ٻئي لاءِ عائد ٿين ٿيون. هڪ ٻانهي جو حق ٻئي ٻانهي لاءِ ذميداري يا فرض ادائگي بڻجي ٿو.

ڪنهن به معاشري جي خوشحالي ۽ ترقيءَ لاءِ ضروري آهي ته حقوق الله سان گڏوگڏ حقوق العباد جو به بي حد خيال رکيو وڃي.هن سبق ۾ اسين معاشري جي اهم فردن: ٻانهن، يتيمن، بيوهه عورتن، معذورن ۽ مسافرن بابت پڙهنداسين.

## يتيمن جا حقَ

يتيم هر ان نابالغ ٻار کي چئبو آهي، جنهن جو پيءُ وفات ڪري ويو هجي. اسلام اهڙن ٻارن لاءِ معاشري (۽ مٽن مائٽن) مٿان اها ذميداري رکي آهي ته انهن سان سهڻو سلوڪ روا رکجي. انهن جي سار سنڀال جو جوڳو بندوبست ڪجي. سندن وارثن طرفان ڇڏيل مال ملڪيت کي امانت سمجهي، ان جي حفاظت ڪجي. سندن تعليم ۽ تربيت جو مناسب اهتمام ڪجي. جڏهن اهي عقل وارا ، ساڃهه وند ۽ پنهنجي ملڪيت سنڀالڻ واري عمر کي پهچي وڃن، ته وارثن طرفان ڇڏيل مال سندن حوالي ڪجي ۽ ان مال ملڪيت مان ذري برابر به ناجائز طريقي سان نه کائجي، پر سندن مال کي جدا رکجي. ان کي پنهنجي ملڪيت سان ملائجي. نه ئي پنهنجي هلڪي مال عيوض انهن جو چڱو چوکو مال مَٽائجي. ائين ڪرڻ ڪبيره گناهه آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

”۽ يتيمن کي سندن مال ڏيو ۽ سٺي شيءِ کي بڇڙيءَ شيءِ سان نه مٽايو ۽ اُنهن (يتيمن) جو مال پنهنجن مالن سان (گڏي) نه کائو چوته اُهو وڏو ڏوهه آهي“. (النساء: 2)

اسلام يتيمن جي سرپرستي ڪندڙن لاءِ اها رعايت رکي آهي ته جيڪڏهن اهي غريب ۽ محتاج آهن ته سندن مال مان ضرورت آهر کائي سگهن ٿا. پر جيڪڏهن اهي تونگر آهن ته هرگز نه کائين.

”۽ جيڪو (سنڀاليندڙ) آسودو هجي تنهن کي گهرجي ته (يتيم جي مال کائڻ کان) پاسي رهي، ۽ جيڪو مسڪين هجي سو مناسب (خدمت) آهر کائيندو رهي“.(النساء: 6)

پر جيڪي يتيم ٻارڙا ۽ ٻارڙيون اهڙا آهن، جن وٽ وارثن طرفان ڪوبه ڇڏيل مال ملڪيت ناهي، ته اسلامي حڪومت ۽ معاشري جي گڏيل ذميداري آهي ته اهي سندن پرگهور لهن. انهن جي پالنا ۽ ساڻن سهڻو سلوڪ ۽ نيڪ ورتاءُ ڪن. ۽ سندن اها به ذميداري آهي ته جڏهن يتيم ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون جوان ٿي وڃن ته انهن جي شاديءَ جو بندوبست ڪن.

**يتيم ٻارن جي ڪفالت ۽ سهڻي سلوڪ جي فضيلت:** نبي اڪرم ﷺ جن پنهنجي بيشمار حديثن ۾ يتيمن جي ڪفالت ۽ ساڻن سهڻي سلوڪ جي وڏي فضيلت

بيان فرمائي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جو ارشاد پاڪ آهي:

- مسلمانن جو سڀ کان بهترين اهو گهر آهي، جنهن ۾ ڪنهن يتيم سان سهڻو سلوڪ ڪيو وڃي ۽ سڀ کان برو گهر اهو آهي، جنهن ۾ ڪنهن يتيم سان بدسلوڪي ڪئي وڃي.

## بيوهه عورتن جا حقَ

"بيوهه" ان عورت کي چئبو آهي، جنهن جو مڙس وفات ڪري ويو هجي. اسلام بيوهه عورتن کي حق ڏنا آهن ۽ انهن کي سماج ۾ عزت وارو مرتبو ڏنو آهي. سندن اهم حق هي آهن:

- مڙس جي ملڪيت مان کيس مقرر حصو ڏنو ويو آهي. اولاد جي موجودگيءَ ۾ اٺون حصو ۽ اولاد نه هجڻ جي صورت ۾ کيس چوٿون حصو ملندو.
- مڙس جيڪڏهن پنهنجي زندگيءَ ۾ کيس حق مهر ادا نه ڪيو هوندو ته سندس ورثي مان پهرئين ان جي بيوهه جو حق مهر ادا ڪيو ويندو. ان کان پوءِ بين وارثن سان گڏ کيس مقرر حصو به ڏنو ويندو.
- مڙس جي وفات جو سوڳ/عدت چار مهينا ڏهه ڏينهن آهي.
- عدت پوري ٿيڻ کان پوءِ کيس پنهنجي مرضيءَ مطابق ٻئي نڪاح ڪرڻ جي اجازت آهي ۽ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ان مٿان مرضي هلائڻ جي اجازت ڪانهي.

حقيقت ۾ اڄڪلهه مهذب ۽ اُسرندڙ ملڪن اندر جيترا به عورتن کي حقَ ملن پيا، انهن جي شروعات اسلام ڪئي.

## معذورن جا حقَ

"معذور" اهڙن ماڻهن کي چئبو آهي، جيڪي پنهنجي جسماني يا ذهني ڪمزوريءَ سبب يا ڪنهن عضوي جي ضايع ٿيڻ سبب پنهنجي زندگيءَ جون ضرورتون ۽ ڪم ڪار پوري نموني سرانجام نه ڏئي سگهندا هجن. معذورن بابت رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

> "مون پنهنجي جنهن ٻانهي کان سندس ٻئي اکيون ورتيون، معذوريءَ ۾ مبتلا ڪيو جنهن تي ان صبر ڪيو ته آءٌ کيس بدلي ۾ جنت عطا ڪندس".

اسلام سڀني انسانن سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ ۽ همدرديءَ جو حڪم ڏئي ٿو. پر سڀ کان وڌيڪ اسان جي همدردي ۽ بهتر سلوڪ جا حقدار اهي ماڻهو آهن، جيڪي ڪنهن معذوريءَ جو شڪار آهن. نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي:

- جيڪو ماڻهو پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي ڪا مصيبت ٽاريندو ته قيامت واري ڏينهن الله تعاليٰ سندس هڪ مصيبت ٽاري ڇڏيندو.
- ڪنهن پليل يا نابين کي دڳ لائڻ به صدقو آهي.

## معذورن جا ڪي اهم حقَ:

- معذور ماڻهو پنهنجو ڪم ڪار پوري نموني سرانجام نہ ڏئي سگهندا آهن. تنهنڪري صحتمند ماڻهن جي اها ذميداري آهي ته هو انهن جو سهارو بڻجن. انهن سان سهڻو ورتاءُ ڪن ۽ سندن خدمت ڪن. معذورن جي خدمت ڪرڻ بعد انهن مٿان احسان جتائڻ کان روڪيو ويو آهي.
- انهن کي معذوريءَ جو احساس ڏيارڻ کان به جهليو ويو آهي.
- معذوريءَ جي ڪري انهن تي برا لقب ۽ نالا رکڻ کان به روڪيو ويو آهي. جيئن: ڪنهن منڊي کي ”منڊو“ يا ڪنهن انڌي کي ”انڌو“ چوڻ کان جهليو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪين ائين چوڻ سان سندن دل آزاري ٿيندي.
- جيڪڏهن ڪنهن معذور جو ڪو مائٽ يا مددگار نہ هجي ته اهڙن ماڻهن جي سار سنڀال ۽ پرگهور جي ذميداري سرڪاري ڪامورن ۽ حڪومت مٿان آهي ته انهن جي سار سنڀال لاءِ ڪي ادارا جوڙين.

## مسافرن جا حقَ

”مسافر“ هر اهڙي شخص کي چئجي ٿو جيڪو ڪم ڪار سانگي، ڪنهن مجبوري يا ضرورت جي ڪري پنهنجي گهر ٻار کان ڏور هليو ويو هجي.

مسافر پنهنجي گهر کان پري هجڻ سبب وقتي طور آرام ۽ سڪون کان محروم ٿي ويندو آهي. تنهنڪري دين اسلام ان جي عزت ۽ مدد ڪرڻ سان گڏوگڏ سندس ضرورتون پوريون ڪرڻ جو به حڪم ڏنو آهي. قرآن مجيد ۾ جتي ٻين ماڻهن جي حق ادا ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي، اتي مسافر لاءِ پارت ڪئي وئي آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

فَاٰتِ ذَاالْقُرْبٰى حَقَّهٗ وَالْمِسْكِيْنَ وَابْنَ السَّبِيْلِ ؕ (الروم: 38)

ترجمو: تنهنڪري مائٽي واري ۽ مِسڪين ۽ مُسافر کي سندس حق ڏي.

مسافر جا ٻہ قسم آهن: (1) اهو مسافر، جيڪو اوهان وٽ مهمان ٿي اچي (2) سفر جو ساٿي.

**مهمان ٿي آيل مسافر جا حق:** مهمان ٿي آيل مسافر بابت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي:

"جيڪو شخص الله ۽ قيامت واري ڏينهن تي يقين رکي ٿو ان کي گهرجي تہ پنهنجي مهمان جو اڪرام ڪري".

مهمان جي اڪرام ۾ ڪيترين ئي شيون شامل آهن، جن مان ڪجهہ هي آهن:

- اهڙي مسافر جو خوش اخلاقي ۽ ٻهڪندڙ پيشانيءَ سان آڌرڀاءُ ڪجي. ڪيس سلام ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪجي.
- ان جي کاڌي پيتي ۽ آرام جو مناسب بندوبست ڪجي.
- جيڪڏهن مسافر مالي طور ضرورتمند آهي تہ سندس ضرورت پوري ڪجي.
- مسافر کان موڪلائڻ وقت ڪجهہ اڳيرو ڪجي ۽ دعائن سان کيس الوداع ڪجي.

نبي اڪرم ﷺ جن مهمان کان موڪلائڻ وقت کيس هيءَ دعا ڏيندا هئا:

"آءٌ تنهنجي دين، امانت ۽ عمل جي خاتمي کي الله تعاليٰ جي حوالي ڪريان ٿو".

**مسافر ساٿيءَ جا حق:** جن ماڻهن سان اسين سفر دوران گڏجندا آهيون، انهن جا بہ اسان مٿان ڪجهہ حق عائد ٿين ٿا. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

"۽ ويجهي سنگتي ۽ مسافر سان چڱائي ڪريو".

مسافر ساٿيءَ جا ڪجهہ حق هي آهن:

- ساٿي مسافر سان خوشدليءَ جو مظاهرو ڪجي.
- پرامن ۽ خوشگوار ماحول ۾ سفر طئي ڪجي، جهيڙي جهٽي کان پاسو ڪجي.
- ساٿي مسافر کان ڪا خدمت وٺڻ بجاءِ ان جي خدمت کي ترجيح ڏجي.
- ايثار ۽ قربانيءَ جو جذبو ڏارجي. پنهنجي طرفان ڪنهن بہ مسافر کي ڪا بہ تڪليف نہ پهچائجي.

- ضرورت کان وڌيڪ کاڌي پيتي جي شيءِ پنهنجي مسافر ساٿيءَ کي به پيش ڪجي.

اهڙي نموني سيني جو سفر سهنجو ۽ وڻندڙ انداز ۾ گذرندو.هڪ ٻئي جون ضرورتون به پوريون ٿينديون ۽ الله تعاليٰ به اسان کان راضي ٿيندو.

## سبق جو خلاصو

- ”يتيم“ اهڙي نابالغ ٻار کي چئبو آهي، جنهن جو پيءُ وفات ڪري ويو هجي.
- ”بيوهہ“ ان عورت کي چئبو آهي، جنهن جو مڙس فوت ٿي ويو هجي.
- ”معذور“ اهڙن ماڻهن کي چئبو آهي، جيڪي جسماني يا ذهني ڪمزوري يا ڪنهن عضوي ضايع ٿيڻ جي ڪري پنهنجا ڪم ڪار ۽ ضرورتون پوريون نہ ڪري سگهندا هجن.
- ”مسافر“ اهڙي شخص کي چئبو آهي، جيڪو ڪنهن مجبوري، ضرورت يا ڪم ڪار سانگي گهر ٻار کان ڏور هليو ويو هجي.
- اسلام اهڙن سيني ماڻهن سان سهڻي سلوڪ جو حڪم فرمائي ٿو.
- اسلام معاشري جي هر ماڻهوءَ جي اها ذميداري مقرر ڪري ٿو تہ هو جاني، مالي ۽ اخلاقي طور انهن جي مدد ڪري.
- اسلام حڪمرانن مٿان اهو لازم قرار ڏئي ٿو تہ اهي معاشري جي بي سهارا ۽ ابوجهہ ماڻهن جي سهائتا ڪن، سندن ضرورتن ۽ سهولتن جو بندوبست ڪن تہ جيئن اهي بہ هن دنيا ۾ پنهنجي زندگي عزت ۽ سُک سان گذاري سگهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن سبق جو خلاصو خوشخط لکي، پنهنجي استاد کي ڏيکارين.

# مشق

1. **هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1ـ "يتيم" ڪنهن کي چئبو آهي؟

2ـ "بيوه" جومطلب ڇا آهي؟

3ـ "معذور" جي معنيٰ ڇا آهي؟

4ـ "مسافر" ڪنهن کي چئبو آهي؟

5ـ "حقوق الله" مان ڇا مراد آهي؟

6ـ "حقوق العباد" مان ڇا مراد آهي؟

2. **هيٺيان خال ڀريو:**

(1) اسان جي همدردي ۽ تعاون جا سڀ کان وڌيڪ حقدار اهي ماڻهو آهن، جيڪي ڪنهن ____________ جو شڪار آهن.

(2) ڪنهن نابينيءَ يا پليل ماڻهوءَ کي دڳ لائڻ بہ ____________ آهي.

(3) قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "۽ رشتيدارن، مسڪينن ۽ ____________ کي سندن حق ادا ڪريو.

(4) "آءٌ تنهنجي دين، امانت ۽ عمل جي خاتمي کي ______ جي حوالي ڪريان ٿو".

3. **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1ـ اسلام اسان کي هيءُ حڪم ڪري ٿو تہ يتيم جو مال پنهنجي مال کان:

(الف) جدا رکو　　(ب) ملائي رکو

(ج) ڳڏائي کائو　　(د) سنو سمجهو

2ـ گهرن مان سڀ کان بهتر گهر اهو آهي، جنهن ۾ ڪنهن يتيم سان:

(الف) بدسلوڪي ڪجي　　(ب) پلائي ڪجي

(ج) نرمي ڪجي　　(د) سختي ڪجي

3_ اولاد جي موجودگيءَ ۾ مڙس جي ملڪيت مان بيوهہ عورت کي ملندو:

(الف) اڌ حصو (ب) چوٿون حصو

(ج) ڇهون حصو (د) اٺون حصو

4_ قرآن مجيد جي آيت جو مفهوم آهي تہ پرسان ويهندڙن ۽ مسافرن سان:

(الف) عدل ڪريو (ب) احسان ڪريو

(ج) همدردي ڪريو (د) خوشدلي ڪريو

5_ نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان آهي تہ: ڪنهن نابيني ۽ پليل کي ڏگ لائڻ بہ:

(الف) جهاد آهي (ب) صدقو آهي

(ج) عدل ۽ احسان آهي (د) حُسن معاشرت آهي

.4 ڪالم _1 جا لفظ ڪالم_2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم_1 | ڪالم_2 |
|---|---|
| 1_ مسلمان کان موڪلائڻ مهل کيس ڪجھ اڳيرو ڪجي ۽ | ان جي خدمت ڪرڻ کي ترجيح ڏجي. |
| 2_ ساٿي مسافر کان خدمت وٺڻ بدران | دعائن سان کيس الوداع ڪجي. |
| 3_ جيڪو شخص پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي ڪا مصيبت ٽاريندو | بيوهہ عورت کي اٺون حصو ملندو. |
| 4_ اولاد هجڻ جي صورت ۾ | قيامت واري ڏينهن الله تعاليٰ سندس مصيبتن مان ڪا مصيبت ٽاري ڇڏيندو. |

.5 هيٺيون عبارتون مڪمل ڪريو:

1_ سڀ کان بهتر گهر اهو آهي، جنهن ۾ ڪنهن يتيم سان ________

2_ بيوهہ عورت کي اولاد نہ هئڻ جي صورت ۾ ________

3_ ”معذور“ اهڙي ماڻهوءَ کي چئبو آهي، جيڪو ________

4_ قرآن پاڪ ۾ آهي: ”پرسان ويهندڙ ساٿي ۽ مسافرن سان ________

# استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۾ شاگرديائڻين جي وچ ۾ يتيم، بيوهه، معذور ۽ مسافرن جي حقن بابت مذاڪري جو اهتمام ڪيو وڃي.
- هيٺين عنوانن بابت شاگردن ۽ شاگرديائڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - يتيمن جي مدد ڪرڻ جو جذبو
  - بيوهه عورتن جي حقن جي فهرست/نوٽ
  - بيوهه عورتن سان مدد ڪرڻ جو جذبو
  - معذورن جي حقن جي فهرست/نوٽ
  - معذورن جي مدد ڪرڻ جو جذبو
  - مسافرن جي حقن جي فهرست/نوٽ

# مشاهير اسلام / هدايت جا سرچشما

انسانن مان ڪي اهڙا انسان اهڙا هوندا آهن، جيڪي مضبوط ايمان، اعليٰ اخلاق، بلند ڪردار، وڏي همت، عظيم حوصلي، بهادري ۽ جرئت جا مالڪ هوندا آهن، جيڪي پنهنجي فڪري، علمي، ديني، ملي، سياسي ۽ سماجي خدمتن جي اعتبار سان ٻين انسانن لاءِ عمدي نموني ۽ سهڻي مثال جي حيثيت رکندا آهن، سندن سوانح حيات ۽ ڪارناما پڙهڻ سان دل ۾ انهن لاءِ محبت ڀريو جذبو پيدا ٿئي ٿو. عام ماڻهو ڪين مثالي نمونو سمجهي انهن جي نقش قدم تي هلڻ ۾ پنهنجي سعادتمندي ۽ ڪاميابي سمجهن ٿا.

اهڙين شخصيتن مان سيدة النساء خاتونِ جنت حضرت بي بي فاطمة الزهراء رضي الله عنها، محمد بن قاسم رحمه الله ، بو علي ابن سينا رحمه الله ۽ حضرت شاهه ولي الله محدث دهلوي رحمه الله جهڙيون عظيم شخصيتون به اهم آهن.

هن باب ۾ جن عظيم شخصيتن جو تعارف، سوانح ۽ خدمتون بيان ڪيون ويون آهن، ان جو مقصد آهي ته نئين نسل کي انهن شخصيتن جي حالات ۽ ڪارنامن کان واقف ڪيو وڃي، جيئن سندن دل ۾ انهن لاءِ محبت جو جذبو جاڳي ۽ انهن جي پيروي ڪري پنهنجو مستقبل سنواري سگهن.

# 1- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي زندگيءَ جا ابتدائي حالات بيان ڪري سگهندا.
- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي بلند مرتبي ۽ مقام کي بيان ڪري سگهندا.
- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنهاجي شخصيت کي اعليٰ نمونو سمجهندي، ان جي نقش قدم تي هلڻ سان معاشري تي پوندڙ اثرن کي لکي سگهندا.

**ولادت:** خاتون جنت سيده حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها نبين جي سردار اسان جي پياري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي لاڏلي صاحبزادي هئي. مستند روايت مطابق سندن ولادت نبوت کان پنج ورهيه اڳ مکي پاڪ ۾ ٿي، جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر 35 سال ۽ سندن والده ماجده حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جي عمر 50 سال هئي.

سيده حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جي اولاد مان سڀ کان ننڍي عمر جي هئي، سندن ڪيترائي لقب هئا. جن مان "سيدة نساء اهل الجنة"، "زهراء"، "بتول"، ۽ "طاهره" مشهور آهن.

**ننڍپڻ:** ننڍپڻ کان ئي بيبي سڳوري جي طبيعت ۾ تمام گهڻي سنجيدگي ۽ سادگي هوندي هئي، راند روند سان سندس ڪانه لڳندي هئي. ۽ نه ئي وري ڪيس اوڙي پاڙي جي گهرن ۾ وڃڻ پسند هو پاڻ هميشه والدين سان گهر ۾ گذاريندي هئي، بيبي سڳوريءَ جي سادگي، سگهڙائپ ۽ عقلمندي رسول الله ﷺ جن کي بي حد پسند هئي. تنهن ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ڪيس "بتول" (دنيا کان قطع تعلق ڪندڙ) چوندا هئا. سندس پرورش ۽ تربيت نبوت واري گهراڻي اندر مبارڪ ماحول ۾ ٿي هئي. ۽ پاڻ پنهنجي والده سڳوريءَ جي سنڀال ۾ ئي شعور واري عمر کي پهتي، نبي ڪريم ﷺ جيتوڻيڪ رات ڏينهن دعوت و تبليغ ۾ مصروف هوندا هئا پر پوءِ به پاڻ پنهنجي صاحبزاديءَ لاءِ ڪجهه وقت ڪيندا هئا.

**شادي خانہ آبادي:** مدينې پاڪ ڏانهن هجرت ڪان پوءِ پاڻ سڳورن بيبي سڳوري ﷺ جو رشتو حضرت علي ﷺ سان طئي ڪري ڇڏيو. ان وقت حضرت علي ڪرم الله وجهه جي مالي حالت تمام ڪمزور هئي.وٽن صرف هڪ گهوڙو ۽ هڪ زرهہ موجود هئا. حضور ﷺ جي مشوري سان حضرت علي ﷺاها زرهہ چار سؤ اسي (480) درهمن ۾ حضرت عثمان غني ﷺ کي وڪرو ڪئي. حضرت عثمان غني ﷺ زرهہ جي قيمت ادا ڪئي ۽ پوءِ ساڳي زرهہ حضرت علي ﷺ کي هديو ڪري واپس ڏنائون. زرهہ جي قيمت مان حضرت علي ﷺ پنهنجي شاديءَ جو انتظام ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ چار سؤ درهم (لڳ ڀڳ 1224.75 گرام) چاندي بيبي سڳوريءَ جو مهر مقرر فرمائي سندس نڪاح حضرت علي ﷺسان پڙهايو ۽ ٻنهي کي خير و برڪت جي دعا ڏنائون. اهڙي ريت سال 2 هجري ۾ پاڻ حضرت علي ﷺ سان لائون لهي سندس گهر ڏياڻي بڻجي وئي.

**حضرت فاطمة الزهراء ﷺ جي شخصيت ۽ مرتبو:** حضرت فاطمة الزهراء ﷺ نهايت عمده عادتن ۽ اخلاقن جي مالڪياڻي هئي. پاڻ حددرجي جي پرهيزگار ۽ عبادتگذار شخصيت هئي. گهر جو سمورو ڪم ڪار پاڻ سر انجام ڏيندي هئي ۽ ان دوران سندس زبان الله جي ذڪر سان مشغول رهندي هئي. پاڻ جيتوڻيڪ بک تي هوندي هئي پر ڪڏهن بہ سوالي کي خالي هٿئين ڪين موٽائيندي هئي. پنهنجي طور طريقي ۽ انداز ۾ خاص طور کائڻ پيئڻ، اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ لباس ۾ پنهنجي والد سڳوري حضرت محمد ﷺ جي پيروي ڪندي هئي.

ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه ﷺ فرمائي ٿي: ”مون حضرت محمد ﷺ سان هر ڳالهہ ۾ سڀ کان وڌيڪ مشابهت رکندڙ فاطمة الزهراء ﷺ کي ئي لڌو جڏهن اها نبي اڪرم ﷺ وٽ ايندي هئي، تہ پاڻ سڳورا کيس ”مرحبا“ چئي سندس استقبال ڪندا هئا، ڪين بي حد پيار مان پنهنجي پر ۾ ويهاريندا هئا ۽ جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ جن ان جي گهر ويندا هئا تہ اها بہ سندن ساڳئي انداز ۾ استقبال ڪندي هئي. حضور اڪرم ﷺ جن بيبي فاطمه ﷺ بابت فرمائيندا هئا:

> ”فاطمه! منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي، جنهن ان کي خوش رکيو ان مون کي خوش رکيو ۽ جنهن ان کي ناراض ڪيو ان مون کي ناراض ڪيو“.

نبي پاڪ ﷺ جڏهن ڪنهن سفر تي اسهندا هئا تہ سڀ کان آخر ۾ جنهن کان

موڪلائيندا هئا، سا حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها هوندي هئي ۽ واپسيءَ تي سڀ کان پهرئين جنهن سان اچي ملندا هئا، سا بہ حضرت فاطمة الزهراءِ رضي الله عنها هوندي هئي. هڪ دفعي پاڻ سڳورا ﷺ بي بي سائڻ جي گهر ويا تہ پاڻ ان وقت اٽو ڳوهي رهي هئي ۽ سندس زبان تي ذڪر الله جاري هو. ڪيس جيڪو لباس پهريل هو ان ۾ ڪيترين ئي چتيون لڳل هيون، اهو منظر ڏسي پاڻ سونهارن جون اکيون پرجي آيون ۽ پاڻ کيس فرمايائون: "فاطمه ڌيءَ! دنيا جي تڪليفن جو صبر سان مقابلو ڪر ۽ آخرت جي هميشہ واري خوشيءَ جو انتظار ڪر. الله تعاليٰ توکي ان جو بهترين بدلو ڏيندو".

هڪ دفعي پاڻ سڳورا ﷺ حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه وٽ مهمان ٿي ويا، جڏهن دسترخوان لڳي ويو تہ پاڻ ڪجھ ماني ۽ پاڇي الڳ ڪري فرمايائون: "هيءَ فاطمة رضي الله عنها ڏانهن موڪليو هوءَ ڪيترن ڏينهن کان فاقي تي آهي".

حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها کي بہ حضور اڪرم ﷺ سان بي حد پيار هو سندن خبرگيري ڪرڻ ۾ اڳ اڳري رهندي هئي. غزوه احد واري موقعي تي جڏهن کيس حضور اڪرم ﷺ جي زخمي ٿيڻ جو اطلاع مليو تہ پاڻ ڏاڍي غمگين ٿي ۽ هڪدم (مرهم پٽي وارو سامان کڻي) ميدان جنگ ۾ اچي پهتي، پنهنجي هٿن سان پاڻ سڳورن ﷺ جي زخمن کي ڌوتائين، پيشاني واري زخم مان خون نہ پئي بيٺو تہ کجيءَ جي تڏي کي ساڙي ان جي ڇار سان زخم کي ڀريائين، جنهن سان رت سمڻ بند ٿي ويو.

سيده فاطمة الزهراء رضي الله عنها کي اها بہ فضيلت حاصل آهي تہ الله تعاليٰ سندس اولاد ذريعي پاڻ سڳورن ﷺ جي نسل کي دنيا ۾ باقي رکيو. جڏهن تہ خود نبي ڪريم ﷺ جن جا فرزند ننڍي هوندي وفات ڪري ويا ۽ سندن ٻين نياڻين جو اولاد بہ زنده ڪين رهيو.

**اولاد:** بيبي سڳوري حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها کي ڇهن ٻارن جو اولاد هو جن جا نالا هي آهن: ابو محمد حضرت امام حسن رضي الله عنه، ابو عبيد الله حضرت امام حسين رضي الله عنه، حضرت محسن رضي الله عنه، حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها، حضرت رقيه رضي الله عنها ۽ حضرت ام المصائب زينب رضي الله عنها. حضرت محسن ۽ حضرت رقيه رضي الله عنها جو ننڍپڻ ۾ انتقال ٿيو. جڏهن تہ سندس باقي اولاد اهم واقعن جي اعتبار سان تاريخ اسلام ۾ مشهور آهن.

**وفات:** حضور اڪرم ﷺ جي سن 11ھ ۾ وصال ڪري وڃڻ کان پوءِ فاطمة الزهراء رضي الله عنها ڏاڍي غمگين رهندي هئي. نيٺ حضور اڪرم ﷺ جي وصال کان صرف 6 مهينا پوءِ 3 رمضان المبارڪ سن 11ھ تي تقريبًا 29 ورهين جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري وئي ۽ جنت البقيع ۾ آرامي آهي.

## سبق جو خلاصو

- حضرت بيبي فاطمة الزهراء رضي الله عنها پاڻ سڳورن ﷺ ۽ حضرت خديجة الكبريٰ رضي الله عنها جي سڀ کان ننڍي صاحبزادي هئي.
- پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي نياڻي جي بهترين تربيت فرمائي هئي. مڪي دور ۾ بيبي سائنڻ پاڻ سڳورن ﷺ سان هر تڪليف ۾ گڏ رهي.
- سيده فاطمه بتول رضي الله عنها نهايت پارسا، عبادت گذار ۽ پرهيزگار عورت هئي، حضور اڪرم ﷺ جي سائنس بي حد پيار ڪندا هئا. سن 2 هجري ۾ سندس شادي حضرت علي ڪرم الله وجهه سان ٿي، جنهن مان کيس حسن، حسين، محسن، ام ڪلثوم، رقيه ۽ زينب رضي الله عنها اولاد ٿيو. سندس تقويٰ، پرهيزگاري عبادت گذاري ۽ اعليٰ اخلاق اسان لاءِ قابل تقليد آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي شخصيت بابت هڪ مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکاريو.
- حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جا القاب خوشخطي سان لکو.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي ولادت ڪڏهي ٿي؟
2_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي والده جو نالو ڇا هو؟
3_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جا ڪهڙا ڪهڙا لقب آهن؟
4_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي مڙس جو نالو ڇا آهي؟
5_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي اولاد جا نالا ٻڌايو؟

.2 **هيٺيان خال ڀَريو:**

(1) حضرت فاطمة رضي الله عنها جيتوڻيڪ پاڻ بک تي هوندي هئي، پر ڪڏهن به ________ کي خالي هٿئين ڪين موٽائيندي هئي.

(2) حضرت فاطمة رضي الله عنها جي شادي سن ________ هجريءَ ۾ حضرت علي رضي الله عنه سان ٿي.

(3) حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جو حق مهر ________ درهم طئي ٿيو.

(4) جنگ احد ۾ حضرت ________ جي تڏي کي ساڙي ان جي چار پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي زخمن کي هنئي.

.3 **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1ـ حضرت فاطمة بتول رضي الله عنها، حضرت بيبي خديجة الڪبري رضي الله عنها جي اولاد ۾:

(الف) سڀ کان وڏي هئي
(ب) ٻيو نمبر هئي
(ج) ٽيون نمبر هئي
(د) سڀ کان ننڍي هئي

2ـ هڪ مستند روايت مطابق بيبي فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي ولادت وقت نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي عمر مبارڪ هئي:

(الف) 35 سال (ب) 45 سال (ج) لڳ ڀڳ 29 سال (د) 41 سال

3ـ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي وفات وقت عمر هئي:

(الف) لڳ ڀڳ 24 سال
(ب) لڳ ڀڳ 29 سال
(ج) لڳ ڀڳ 34 سال
(د) لڳ ڀڳ 39 سال

4ـ نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم ماني ۾ ڪجھ ڀاڄي الڳ ڪري فرمايو: هيءَ ڀاڄي:

(الف) حضرت عائشه رضي الله عنها ڏانهن موڪليو.
(ب) حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها ڏانهن موڪليو.
(ج) حضرت اُمِّ سلمه رضي الله عنها ڏانهن موڪليو.
(د) حضرت سوده رضي الله عنها ڏانهن موڪليو.

4. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ الله تعاليٰ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي اولاد ذريعي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جو اولاد باقي رکيو. | | |
| 2_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها کي ڏاج ۾ عاليشان گھر بهترين وڳا ۽ ڪيترائي سونا ڳهه ڏنا ويا. | | |
| 3_ حضرت علي رضي الله عنه وٽ شاديءَ جي موقعي تي هڪ گھوڙي ۽ زرهه موجود هئا. زره وڪڻي پاڻ شاديءَ جو بندوبست ڪيائون. | | |
| 4_ حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهما جي والده جو نالو حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها هو. | | |

5. ڪالم _1 جا لفظ ڪالم_2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم _1 | ڪالم _2 |
|---|---|
| 1_ حضرت فاطمة رضي الله عنها جي ولادت | جن مان هڪ "سيدة نساء اهل الجنة" بہ آهي |
| 2_ "بتول" جي معنيٰ آهي | فاطمة رضي الله عنها منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي. |
| 3_ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جا ڪيترائي لقب هئا | بعثت نبوي صلي الله عليه وسلم کان پنج ورهيہ اڳ ٿي. |
| 4_ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: | دنيا کان قطع تعلق ڪندڙ |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۾ شاگردياڻين کي حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها بابت ڪجهه وڌيڪ معلومات ڏيو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي شادي، القاب، اولاد ۽ شخصيت
  - ❖ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جو مرتبو ۽ مقام
  - ❖ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي ڪردار جون خوبيون.

# 2_ محمد بن قاسم رحمه الله

## سکیا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- محمد بن قاسم جا حالاتِ زندگي بيان ڪري سگهندا.
- سنڌ جي فاتح جي شخصيت، ان جي ڪارنامن تو ڙي سندس شجاعت ۽ بهادريءَ تي مضمون لکي سگهندا.
- محمد بن قاسم جي نقشِ قدم تي هلندي، اسلام جي لاءِ ٿيندڙ خدمتون بيان ڪري سگهندا.

**پيدائش ۽ ابتدائي حالات:** عربستان جو نامور سپه سالار، فاتحِ سنڌ، محمد بن قاسم اسلامي تاريخ جو هڪ قابلِ فخر فرزند ٿي گذريو آهي. سندس پورو نالو عماد الدين محمد بن قاسم ثقفي هو. سندس پيدائش سنه 75 هجري بمطابق 694ع ڌاري طائف ۾ ٿي. محمد بن قاسم طائف ۽ بصري ۾ تعليم حاصل ڪئي. پاڻ جڏهن پنجن ورهين جي ڄمار تي پهتو ته سندس والد لاڏاڻو ڪري ويو. محمد بن قاسم پنهنجي صلاحيت ۽ مهارت جي بنياد تي 14 سالن جي عمر ۾ دمشق جي فوج ۾ ڀرتي ٿيو جتي فوجي تربيت ۾ مهارت ۽ قابليت حاصل ڪرڻ کان پوءِ اعليٰ فوجي عهدي تي فائز ٿيو.

پاڻ حوصلي مند، بهادر ۽ مضبوط ارادي جو مالڪ نوجوان هو. گڏوگڏ نهايت با اخلاق، شيرين گفتار ۽ ڪل مک شخصيت جو مالڪ هو فوج ۾ وڏي عمر وارا ماڻهو به سندس بي حد عزت ڪندا هئا.

هي اهو دور هو جڏهن اسلامي فتوحات جو سلسلو دنيا جي ڏورانهن علائقن تائين پکڙجي چڪو هو. سنڌ کي فتح ڪرڻ جون ڪوششون جيتوڻيڪ ٻين خليفن جي دور ۾ به ڪيون ويون، پر سنڌ کي فتح ڪرڻ جو اعزاز وليد بن عبدالملڪ اموي جي دور ۾ سندس جرنيل محمد بن قاسم ماڻيو.

**اسباب:** سنڌ کي فتح ڪرڻ جا سبب مختلف ٿي سگهن ٿا، پر سنڌ مٿان فوري طور ڪاه

ڪرڻ جو سبب هي بڻيو تہ سرنديپ نالي ٻيٽ تي ڪيترائي مسلمان تاجر گھر ٻار سميت آباد هئا، جن مان ڪي واپاري وفات ڪري ويا. اتان جو بادشاهہ مسلمانن جي خليفي سان پنهنجا لاڳاپا وڌائڻ پيو چاهي، ان موقعي کي غنيمت سمجھندي، خليفي جي ويجھڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ هن انهن واپارين جي بيواهن ۽ يتيم ٻارن کي هديا ۽ تحفا ڏئي، هڪ بحري جهاز ۾ ڪوفي ڏانهن روانو ڪيو جنهن ۾ ڪجهہ حاجي سڳورا بہ هئا. مخالف هوائن جي ڪري جهاز سنڌ جي ديبل بندرگاهہ تي اچي لنگر انداز ٿيو جتي راجا ڏاهر جو هڪ گورنر رهندو هو. اتان جي ماڻهن مسلمان مسافرن کي ڦريو لٽيو ۽ مردن، عورتن توڙي ٻارن کي قيد ڪري ڇڏيو. هڪ بہ ڇٽا اتان ڀڄي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. جن عراق جي گورنر حجاج بن يوسف ثقفي کي وڃي پيرائتي ڳالهہ ٻڌائي ۽ ڪيس اهو بہ ٻڌايائون تہ هڪ بيوهہ مسلمان عورت کي جنهن وقت ڦريو پئي ويو تہ ان پاراتو ڏيندي چيو:

يَاحَجَّاجُ! اَغِثْنِی.

ترجمو: اي حجاج! منهنجي واهر ڪر.

حجاج بن يوسف تي ان واقعي جو ڏاڍو اثر ٿيو. ان عورت جي سڏ تي "لبيڪ" چوندي، ترت راجا ڏاهر ڏانهن هڪ خط لکيائين تہ: اسان جي ماڻهن کي باعزت طريقي سان آزاد ڪيو وڃي. ڪانئن کسيل مال اسباب واپس ڪيو وڃي ۽ مجرمن کي سزا ڏني وڃي. راجا ڏاهر وڏي بي رخي مان جواب موڪليو تہ: اهو سامونڊي ڌاڙيلن جو ڪم آهي، جن تي اسان جي نہ ٿي هلي، اوهين پاڻ اچي پنهنجو مال ۽ قيدي آزادي ڪرايو. حالانڪ حقيقت ۾ اهي ڦُريل مسلمان راجا ڏاهر جي ديبل واري جيل اندر قيدي بڻيل هئا. اهڙو جواب ٻڌي حجاج بن يوسف سنڌ تي حملي جي منصوبہ بندي ڪئي ۽ هڪ ٻئي پٺيان بہ سپہ سالار عبدالله بن نبهان اسلمي ۽ بُديل بن طهفه مجائي (لشڪرن سميت) موڪليا. پر اهي ڪاميابي ماڻي نہ سگهيا.

**محمد بن قاسم ۽ سنڌ جي فتح:** پوءِ حجاج بن يوسف پنهنجي سوٽ جي پٽ محمد بن قاسم کي حڪم ڏنو تہ هو سنڌ ڏانهن ڪاهہ ڪري. ان وقت محمد بن قاسم جي عمر صرف 17 سال هئي. سندس مدد لاءِ حجاج بن يوسف ڇهن هزارن جي فوج هٿيارن پنهوارن سميت رواني ڪئي، جنهن ۾ گھوڙا، اٺ ۽ پنج منجنيقون بہ شامل هيون جيڪي دشمن جي مضبوط قلعن مٿان وزني پٿر وسائڻ جي ڪم ايندڙيون هيون. انهن مان سڀ کان

وڏي منجنيق جو نالو ”عروس“ هو. جڏهن محمد بن قاسم شيراز کان ٿيندو مڪران پهتو ته اتان جي مسلمان گورنر وڏيڪ ٽن هزارن جي فوج ساڻس گڏائي ڇڏي، اهڙي طرح نون هزارن جي لشڪر سان محمد بن قاسم ديبل پهتو.

**ديبل جي فتح:** سنه 92ھ جي آخر ۾ محمد بن قاسم ديبل جي بندرگاھ جو گهيرو ڪيو. ڇهه مهينا گهيرو جاري رهيو پر شهر فتح ٿي نه سگهيو. نيٺ حجاج بن يوسف جي هدايت مطابق منجنيق کي هڪ خاص رُخ تي بيهاري شهر مٿان پٿر بازي ڪئي وئي، ان وچ ۾ محمد بن قاسم کي خبر پئي ته جيستائين شهر

ديبل قلعي جا پراڻا نشان

جي وچ وارو گنبذ محفوظ هوندو تيستائين شهر وارن جا حوصلا بلند رهندا، تنهن ڪري محمد بن قاسم خاص طور ان گنبذ کي نشانو بڻايو. گنبذ ڪِرڻ سان ئي شهري پاڙيا ٿي پيا ۽ راجا ڏاهر جو گورنر شهر ڇڏي وٺي ڀڳو.

ديبل جي فتح کان پوءِ محمد بن قاسم مسلمان قيدين ۽ ٻڌمت جي پوڄارين کي ظالم هندن کان نجات ڏياري. ان کان پوءِ ٻڌمت جا حامي ظاهر ظهور مسلمانن جي حمايت ڪرڻ لڳا. محمد بن قاسم ان علائقي جو انتظام بهتر بڻايو ۽ اتي هڪ مسجد به تعمير ڪرائي، ديبل جي فتح سان پهريون دفعو مسلمانن جا قدم سنڌ ڌرتيءَ تي مضبوطيءَ سان ڄمي ويا. اجان محمد بن قاسم راجا ڏاهر سان مهاڏو نه اٽڪايو هو.

**محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر جو مقابلو:** سنڌ جو بادشاھ راجا ڏاهر سنڌو درياءَ جي ڪاپي پر روهڙي کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي اروڙ قلعي ويجهو پنهنجي لشڪر سان موجود هو. تنهن ڪري محمد بن قاسم پنهنجي جنگي مهارت ۽ حڪمت عملي سان ٻيڙين جي پل ٺاهي درياء پار ڪيو. پهرئين رمضان 93ھ بمطابق 11 جون 712ع تي محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر ۾ ويڙهه جي شروعات ٿي، راجا ڏاهر هڪ سؤ هاٿي، ڏھ هزار زره پوش سوار

۽ ٽيهه هزار پيدل فوجي ساڻ ڪري درياء جي ڪناري تي مقابلي لاءِ آيو هو جڏهن ته محمد بن قاسم جي فوج جو تعداد ٻارهن هزار هو جن مان ٽي هزار فوجي سنڌي هئا. ڏهه ڏينهن مقابلو جاري رهيو. بد مست هاٿين اڳيان مسلمانن جي هڪ به نه پئي هلي. آخر ڏهين ڏينهن مسلمانن هاٿين مٿان آتشگير مادو اڇلائڻ شروع ڪيو جنهن تي هنن ۾ ڀاڄ پئجي وئي. راجا ڏاهر جو هاٿي به ميدان ڇڏي وٺي ڀڳو ۽ هڪ ويجهي ڍنڍ ۾ وڃي ويهي رهيو. راجا ڏاهر هاٿي تان لهي پيادو وڙهندو رهيو تانجو هڪ عرب مجاهد سندس خاتمو ڪيو.

ان کان پوءِ مسلمان فاتحاڻي انداز سان قلعي اندر داخل ٿيا. وڙهندڙن کان سواءِ پرامن شهرين تي حملو نه ڪيو ويو. ان جنگ ۾ مسلمانن کي ڪيتروئي مال غنيمت ۾ هٿ آيو. اهڙي طرح 10 رمضان 93ھ بمطابق 20 جون 712ع تي مسلمانن راجا ڏاهر کي شڪست ڏئي سنڌ کي ”باب الاسلام“ جو اعزاز ڏنو.

**محمد بن قاسم جي حڪومت:** محمد بن قاسم ساڍا ٽي سال سنڌ ۾ گذاريا. سندس فتوحات جي شروعات ديبل ۽ اختتام ملتان ۾ ٿيو. ان دوران محمد بن قاسم سنڌ ۾ جيڪا حڪومت قائم ڪئي، سا امن امان ۽ عدل انصاف ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. هن پوري علائقي ۾ مسجدون تعمير ڪرايون. هندن کي مذهبي آزادي ڏني ۽ مندر قائم ڪرڻ لاءِ کين جاگيرون الاٽ ڪيون. فتح ڪيل علائقي جي ساڳين حڪمرانن کي ”فرمانبرداري“ جي شرط تي سندن عهدن تي برقرار رکيائين. عوام جي فلاح ۽ ترقي لاءِ هڪ موثر نظام جوڙيائين. هارين کي هر قسم جون زرعي سهولتون ڏنائين. جنهن هاريءَ جي اپت گهٽ لهندي هئي ان جي ڍل معاف ڪئي ويندي هئي. مطلب ته ان پنهنجي دور حڪومت ۾ رعيت جي خوشحالي جو هر طرح خيال رکيو. محمد بن قاسم جي اهڙي حڪمراني جي ڪري هو عوام جو دل گهريو بڻجي ويو. هن سنڌ ۾ اهو اعلان ڪري ڇڏيو هو ته دين اسلام ۾ ڪا زبردستي ناهي. جيڪو چاهي ته مسلمان ٿئي ۽ جيڪو چاهي پنهنجي مذهب تي قائم رهي. محمد بن قاسم جي ان رواداري جو اهڙو اثر ٿيو جو ڪيترائي ماڻهو پنهنجي راضي خوشيءَ سان مسلمان بڻجي ويا.

**محمد بن قاسم سنڌ وارن جي نظر ۾:** محمد بن قاسم جي شخصيت سنڌ وارن جي نظر ۾ هميشه محبوب رهي آهي، ڇو ته محمد بن قاسم ئي سنڌ وارن کي اسلام جهڙي نعمت کان متعارف ڪرايو جنهن ڪري هو بت پرستي ۽ وهم پرستي بدران توحيد پرستي

کان آگاهہ ٿيا. کين پنهنجي عزت، عظمت ۽ وقار جو احساس ٿيو سنڌ وارا پهرئين برهمڻ دور ۾ مذهبي نند وڏائي جو شڪار هئا. محمد بن قاسم هر شخص کي مذهبي ۽ فڪري آزادي توڙي انساني مساوات جي تعليم ڏني، پر عملي طور اهڙو نظام قائم ڪري ڏيکاريو جنهن ۾ سڀ انسان برابري جي حيثيت رکن پيا. هن اهڙو عدالتي نظام آندو جنهن ۾ اميرن ۽ غريبن لاءِ ساڳيو قانون هو. هن رحمدلي، رواداري، معافي، درگذر ۽ سخاوت جا اهڙا مثال قائم ڪيا، جو ان کان اڳ سنڌ وارن اهڙا مثال ڪنهن بہ فاتح وٽ ڪين ڏٺا هئا. محمد بن قاسم نہ صرف هن علائقي کي فتح ڪيو هو پر پنهنجي ڪردار سان هن سنڌ وارن جون دليون بہ فتح ڪري ورتيون هيون. اهو ئي سبب هو جو سنڌ جي گهڻي عوام سندس آڏر ڀاءُ ڪيو هو ۽ ٽولن جا ٽولا ٽي اسلام قبول ڪيائون ۽ رضاڪارانہ طور سندس فوج ۾ ڀرتي ٿيا ۽ پنهنجون خدمتون کيس پيش ڪيائون.

محمد بن قاسم جي ڪري هتي باقاعده اسلام جي پرچار شروع ٿي ۽ ڪيترائي، عالمَ، مفسر، محدث ۽ صوفي پيدا ٿيا. جن اسلام کي ڦهلائڻ ۾ پنهنجو اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ پوري ننڍي کنڊ ۾ اسلام پکڙجي ويو. سندس دور ۾ باقاعده طور ننڍي کنڊ يعني سنڌ مان اسلام جي ابتدائي اسلامي حڪومت قائم ٿي. جنهن ڪري سنڌ کي "باب الاسلام" (اسلام جو دروازو) جو لقب مليو.

سنڌ جا رهواسي هميشہ فاتح سنڌ محمد بن قاسم جا مداح ۽ شڪر گذار رهيا آهن ۽ کيس عزت سان ياد ڪندا آهن. اهو ئي سبب هو جڏهن کين محمد بن قاسم جي وفات جي خبر ملي تہ انهن کي بي حد صدمو پهتو ۽ کيس ياد ڪري هو زار و قطار روئي پيا هئا. محمد بن قاسم سنڌ کي اسلام جو مرڪز بڻايو. اسلامي تاريخ ۾ سندس اهو ڪارنامو هميشه سونهري اکرن ۾ لکيل رهندو.

- محمد بن قاسم هڪ نوجوان عرب سپہ سالار هو جنهن سنڌ جي برهمڻ راجا ڏاهر ۽ سندس لشڪر کي شڪست ڏني، 712ع کان 715ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي.
- محمد بن قاسم مسلمان عرب قيدين کي راجا ڏاهر جي قيد مان آزاد ڪرايو سنڌ ۾ دين اسلام کي ڦهلايو ۽ ننڍي کنڊ اندر پهرئين اسلامي حڪومت قائم ڪئي، جنهن تحت

اسلام جو عادلانه نظام نافذ ڪري سنڌ کي "باب الاسلام" جو لقب ڏياريو.

- محمد بن قاسم پنهنجي سهڻي اخلاق ۽ ڪردار ذريعي سنڌ واسين جون دليون کٽي ورتيون هيون. نتيجي ۾ ڪيترن ئي ماڻهن خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيو ساڻس دلي محبت ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪيو اڄ تائين سنڌ واسي محمد بن قاسم کي ياد ڪن ٿا ۽ کيس پنهنجو محسن چاهين ٿا ۽ دين اسلام سان کين دلي عقيده ۽ محبت برقرار آهي.

### شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون محمد بن قاسم جي شخصيت بابت هڪ مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکاريو.

## مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1ـ محمد بن قاسم جي پيدائش ڪڏهن ٿي؟
2ـ محمد بن قاسم ڪيتري عمر دوران فوج ۾ ڀرتي ٿيو؟
3ـ سنڌ جي فتح جو فوري ڪارڻ ڪهڙو بڻيو؟
4ـ محمد بن قاسم ديبل کي فتح ڪرڻ لاءِ ڪهڙي حڪمت عملي جوڙي؟

### .2 هيٺيان خال ڀَريو:

(1) محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر درميان لڙائي __________ قلعي ڀرسان ٿي.
(2) ان وقت محمد بن قاسم جي فوج جو تعداد __________ هو.
(3) محمد بن قاسم 10 رمضان __________ تي سنڌ جي راجا ڏاهر کي شڪست ڏني.
(4) سنڌ کي __________ جو لقب مليو.

3. **صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:**

1_ حجاج بن يوسف محمد بن قاسم کي جيڪو لشڪر ڏنو ان جو تعداد هو:

(الف) 4000 (ب) 5000 (ج) 6000 (د) 9000

2_ ديبل شهر جو گهيراء جاري رهيو:

(الف) ڇهہ مهينا (ب) چار مهينا (ج) ٻہ مهينا (د) ٽي مهينا

3_ محمد بن قاسم وٽ جيڪي منجنيقون هيون، تن جو تعداد هو:

(الف) 3 (ب) 4 (ج) 5 (د) 6

4_ راجا ڏاهر، محمد بن قاسم سان لڙائي ڪرڻ وقت سوار هو:

(الف) گهوڙي تي (ب) اُٺ تي (ج) هاٿي تي (د) خچر تي

4. **صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:**

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1_ محمد بن قاسم سنڌ تي جيڪا حڪومت ڪئي سا امن امان توڙي عدل انصاف ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. | | |
| 2_ محمد بن قاسم سنڌ واسين سان رواداري وارو سلوڪ ڪيو ۽ کين مذهبي آزادي ڏني. | | |
| 3_ راجا ڏاهر ٻڌ مت سان تعلق رکندو هو. | | |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سنڌ جي فتح ۽ محمد بن قاسم بابت وڌيڪ معلومات فراهم ڪئي وڃي.

# 3- بوعلي ابن سينا رحمه الله

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- بوعلي سينا جا حالاتِ زندگي بيان ڪري سگهندا.
- بوعلي سينا جي علمي ڪارنامن تي مضمون لکي سگهندا.
- بوعلي سينا جي نقش قدم تي هلڻ سان معاشرتي اثرات بيان ڪري سگهندا.

همدان ۾ بوعلي سينا جو مقبرو

**ابتدائي حالات:** بوعلي ابن سينا اسلامي دنيا جو نامور طبيب، سائنسدان، فلسفي، ماهرِ فلڪيات، حياتيات ۽ طبيعيات، رياضيدان، علم العلاج، علم الامراض، علم الادويات ۽ عضون جي تشريح جي علم جو وڏو ماهر هو. سندس پورو نالو حسين بن عبدالله بن علي بن سينا آهي، پر علمي دنيا ۾ "بوعلي سينا" ۽ "ابن سينا" جي نالن سان وڌيڪ مشهور آهي. جڏهن تہ "الشيخ الرئيس" سندس لقب آهي. پاڻ بخارا جي هڪ ڳوٺ "آفشنَہ" ۾ 370ھ بمطابق 980ع ڌاري پيدا ٿيو. ڇهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجي والد سان گڏجي بخارا پهتو جتي سندس تعليم ۽ تربيت جي ابتدا ٿي.

**علمي ڪارناما:** بوعلي ابن سينا فلسفي، طب، فقه، تصوف، ادب شاعري مطلب تہ هر موضوع تي ڪتاب بہ لکيا آهن. پر سندس شهرت جو وڏو سبب هي بہ ڪتاب بڻيا:
(1) القانون في الطب (2) ڪتاب الشفاء

**القانون في الطب:** هي ڪتاب پنجن جلدن تي مشتمل آهي، جيڪو عضون جي جوڙجڪ، انهن جي ڪم ڪار ۽ علاج بابت معلومات تي هڪ جامع ۽ مستند ڪتاب آهي.

القانون جي پهرئين جلد ۾ جسم جي سمورن عضون ۽ انهن جي ڪارڪردگيءَ جو مڪمل تفصيل ڏنل آهي. ٻئي جلد ۾ جڙي ٻوٽين جون خاصيتون، دوائون، انهن جا اثر، مشاهدن ۽ تجربن جو تفصيل ڏنل آهي. ٽئين ۽ چوٿين جلد ۾ انساني بيمارين کي وضاحت سان بيان ڪيو ويو آهي، گڏوگڏ بيمارين جا اسباب ۽ علامتون به ذڪر ڪيون ويون آهن. القانون جي پنجين جلد ۾ مختلف بيمارين جا نسخا ۽ دوائون تجويز ڪيل آهي.

**ڪتاب الشفاء:** هن ڪتاب ۾ بو علي ابن سينا منطق، طبيعيات، رياضيات ۽ الاهيات تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. اهڙي نموني تدبيرِ منزل، رياست جي قيام، سياست ۽ اخلاقيات بابت به تفصيل سان لکيو آهي. کيس علم رياضيات سان خاص لڳاءُ هو. هو پيمائش (جيوميٽري) ۾ وڏي مهارت رکندو هو. علم ڪيميا بابت بو علي ابن سينا جا نظريا سندس همعصرن کان مختلف هئا. ان جي خيال مطابق پاري، چاندي يا ڪنهن به ڌاتوءَ کي ڪيميائي عمل ذريعي سون ۾ تبديل نه ٿو ڪري سگهجي.

ابن سينا نفسياتي علاج جو به ماهر هو. هن ئي سڀ کان پهرئين نفسياتي علم (سائيڪالوجي) کي طب ۾ شامل ڪيو. ان سلسلي ۾ سندس نظريو هيءُ هو ته انساني جذبن ۽ احساسن، مثال طور: خوشي، غمي، ڪاوڙ فڪر وغيره جو دل سان تعلق آهي ۽ انهن جذبن ۾ انسان جي رت جي گردش ۽ ٻين رطوبتن سان به گهاٽو تعلق آهي. سندس اهو به چوڻ هو ته دشمني، بزدلي ۽ ڪنجوسي وغيره کي طبي طريقن سان ڪنٽرول ڪري سگهجي ٿو. حياتيات بابت ان جو نظريو هو ته پوري ڪائنات اندر زندگي کي قبول ڪندڙ جسمن جو تعداد تمام ٿورو آهي. جڏهن ته حيات کي قبول ڪندڙ جسمن جو ڳاٽيتو تمام گهڻو آهي.

پاڻ پهريون سائنسدان آهي، جنهن روشني جي حد ثابت ڪئي ۽ ان جي رفتار جو نظريو پيش ڪيو.

**يورپ ۾ پذيرائي:** ابن سينا جي علمي ڪارنامن جو يورپ وارن تمام گهڻو قدر ڪيو. سندس ڪتابن کي پنهنجي ٻولين ۾ ترجمو ڪري، انهن مان خوب لاڀ پرايائون. ابن سينا جو ڪتاب "القانون في الطب" يورپ جي ميڊيڪل ڪاليجن اندر صدين تائين نصاب جو حصو رهيو. هي ڪتاب پندرهين صديءَ ۾ سورهن دفعا ۽ سورهين صديءَ ۾ ويهه دفعا شايع ٿيو. لاطيني ۽ فرانسيسي ٻولين ۾ به ان جو ترجمو ڪيو ويو.

**بو علي ابن سينا جي شخصيت:** بوعلي ابن سينا اعليٰ ڪردار ۽ سهڻي اخلاق جو مالڪ هو. هو مانيٽو ۽ قناعت گذار هو. لالچ ۽ لوڀ کيس ناپسند هئا. علم سان گڏ عمل کي اهميت ڏيندو هو. هو محنتي ۽ نظم و ضبط جو پابند هو. ڪتابن جي مطالعي سان بي حد شغف رکندو هو. رات جو مطالعي ڪرڻ وقت جڏهن کيس ننڊ ايندي هئي، ته ڪجهه پيئندو هو ته جئين ننڊ ختم ٿئي. سندس حافظو بي حد مضبوط هو. پاڻ ٻه دفعا وزارتي عهدو ماڻيائين، پر سندس اصل ميدان علمي نوعيت جو هو. تنهن ڪري ان ۾ مشغول رهي، بادشاهن ۽ وزيرن جي سنگت کان ڪوهين ڏور ڀڄندو هو ۽ تڪ تانگر واري زندگي کيس ڪين وڻندي هئي.

طب جي فن کي هن هميشه مخلوق جي خدمت جو ذريعو سمجهيو. پنهنجي مشاهدي، تجربي ۽ شوق جي آڌار تي ماڻهن جو علاج ڪيائين ۽ صرف ٻارهن سالن جي عمر ۾ پاڻ کي ”حاذق حڪيم“ چورائڻ لڳو.

**وفات:** بوعلي ابن سينا پيٽ جي مروڙن ۾ مبتلا ٿي پيو. جڏهن کيس پنهنجي بيماريءَ جو احساس ٿيو ته هن پنهنجو سمورو مال اسباب ضرورتمندن ۾ ورهائي ڇڏيو. پنهنجي غلام کي به آزاد ڪري هر وقت قرآن مجيد جي تلاوت ۾ مشغول رهڻ لڳو. نيٺ هو 4 رمضان 428هه بمطابق 1037ء ۾ هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو.

- بو علي ابن سينا اسلامي دنيا جو نامور طبيب، مشهور سائنسدان ۽ ڪيترن ئي علمن ۽ فنن جو ماهر هو. پاڻ بخارا جي هڪ ڳوٺ افشنه ۾ 980ع ۾ پيدا ٿيو. سندس وفات 1037ع ۾ ٿي.
- هن پنهنجي 57 سالن جي ڄمار ۾ دينيات، اخلاقيات، سماجيات، طبيعيات، ڪيميا، طب ۽ حياتيات جهڙن علمن ۾ وڏي ڪامل مهارت حاصل ڪئي.
- پاڻ 100 جي لڳ ڀڳ ڪتاب لکيائين. جن مان ”القانون في الطب“ ۽ ”ڪتاب الشفاء“ تمام گهڻو مشهور ٿيا. پاڻ صرف 12 سالن جي عمر ۾ ”حاذق حڪيم“ جي لقب سان مشهور ٿيو. بو علي سينا طب کي خدمت خلق جي ارادي سان اختيار ڪيو. اڄڪلهه جي جديد ميڊيڪل انهن بنيادن تي ايتري ترقي ماڻي آهي، جيڪي بنياد ابن سينا بيان ڪيا هئا. پاڻ ”الشيخ الرئيس“ جي لقب سان مشهور هو.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگرديائڻيون بوعلي سينا جا اهم عملي ڪارناما لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.

# مشق

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1ـ بوعلي ابن سينا جي پيدائش ڪڏهن ۽ ڪهڙي ڳوٺ ۾ ٿي؟

2ـ بوعلي ابن سينا جو علم نفسيات بابت ڪهڙو نظريو هو؟

3ـ يورپ وارن ابن سينا جي علمي ڪارنامن جو قدر ڪهڙي ريت ڪيو؟

4ـ ابن سينا جا ڪهڙا ڪتاب وڌيڪ مشهور آهن؟

5ـ ابن سينا ڪيتري عمر ۾ حاذق حڪيم مشهور ٿيو؟

### .2 هيٺيان خال ڀريو:

(1) ابن سينا اسلامي دنيا جو نامور طبيب ۽ مشهور ____________ هو.

(2) ابن سينا 12 سالن جي عمر ۾ ____________ جي لقب سان مشهور ٿيو.

(3) ____________ وارن ابن سينا جي علمي ڪارنامن جو وڏو قدر ڪيو.

(4) ابن سينا جو ڪتاب ”القانون في الطب“ ____________ جلدن تي مشتمل آهي.

### .3 صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1ـ بوعلي ابن سينا جو لقب هو:

(الف) الشيخ　　(ب) الشيخ الرئيس

(ج) المعلم الاول　　(د) المعلم الثاني

2۔ بوعلي ابن سينا علم النفسيات (سائيڪالوجي) کي پهريون دفعو شامل ڪيو:

(الف) طب ۾ (ب) ڪيميا ۾

(ج) حياتيات ۾ (د) طبيعيات ۾

3۔ بوعلي ابن سينا جنهن بيماري ۾ مبتلا ٿيو اها هئي:

(الف) بخار (ب) مٿي جو سور

(ج) پيٽ جو سور (د) ڪينسر

4۔ بوعلي ابن سينا جو ڪتاب "القانون في الطب" مشتمل آهي:

(الف) 2 جلدن تي (ب) 3 جلدن تي

(ج) 4 جلدن تي (د) 5 جلدن تي

4. ڪالم ۔1 جا لفظ ڪالم۔2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم ۔1 | ڪالم۔2 |
|---|---|
| 1۔ ابن سينا جو ڪتاب "القانون في الطب" يورپ جي | تلاوت قرآن ۾ مشغول رهيو |
| 2۔ رات جو مطالعي وقت جڏهن ابن سينا کي ننڊ ايندي هئي تہ | ميڊيڪل ڪاليجن ۾ صدين تائين نصاب جو حصو رهيو |
| 3۔ ابن سينا اعلي ڪردار ۽ سهڻي اخلاق جو | ڪا شيءِ واپرائي وٺندو هو. |
| 4۔ ابن سينا پنهنجي آخري عمر ۾ | مالڪ مانيٺو ۽ قناعت پسند شخصيت هو. |

5. صحيح جملن جي اڳيان ☑ ۽ غلط جملن جي اڳيان ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1۔ بوعلي ابن سينا جو لقب "مُعلّم اول" هو. | | |
| 2۔ بوعلي ابن سينا جي شهرت جو سبب هي ٻہ ڪتاب هئا: (1) القانون في الطب (2) ڪتاب الشفاء | | |
| 3۔ بوعلي ابن سينا جو نظريو هو تہ چانديءَ کي سون ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. | | |
| 4۔ بوعلي ابن سينا ٻہ ڀيرا وزارت جي عهدي تي مقرر ٿيو هو. | | |
| 5۔ بوعلي ابن سينا 1037ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. | | |

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي بوعلي ابن سينا جي باري ۾ وڌيڪ ڄاڻ ڏني وڃي.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگرديائڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ بوعلي ابن سينا جو پورو نالو. پيدائش، حڪمت ۽ سائنس جي تعليم
  - ❖ تصنيفون (ڪتابَ) علمي ڪارناما

# 4_ شاهہ ولي الله محدث دهلوي رحمه الله

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون ان قابل ٿي ويندا جو اهي:

- شاهہ ولي الله رحمه الله جي زندگيءَ جا ابتدائي حالات بيان ڪري سگهندا.
- شاهہ ولي الله رحمه الله جي ڪارنامن تي مضمون لکي سگهندا.
- شاهہ ولي الله رحمه الله جي نقش قدم تي هلي پنهنجو نالو روشن ڪرائڻ سان گڏوگڏ معاشري جي اصلاح ۽ قوم جي خدمت ڪري سگهندا.

**تعارف:** شاهہ ولي الله محدث دهلوي رحمه الله جو نالو قطب الدين احمد ۽ لقب "ولي الله" هو. اهو لقب ڪيس پنهنجي والد محترم شاهہ عبدالرحيم عطا ڪيو هو. جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ صوفي بزرگ هو جنهن مدرسہ رحيميه نالي هڪ درسگاهہ قائم ڪئي هئي. شاهہ ولي الله 4 شوال سن 1114 مطابق 10 فيبروري 1703ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين ۽ صرف 15 سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد جي قائم ڪيل مدرسہ رحيميه مان علم حاصل ڪيائين. وڌيڪ اعليٰ تعليم ۽ حج جي ادائيگي خاطر 1731ع ڌاري حجاز مقدس ڏانهن سفر ڪيائين. جتي شيخ ابو طاهر مدني، وفد الله مڪي ۽ تاج الدين قلعي جهڙن معروف ۽ مشهور عالمن جي تعليم ۽ تربيت هيٺ رهيو. ان تربيت شاهہ ولي الله جي وسعت نظري ۽ قابليت ۾ هيڪاندو واڌارو ڪيو. پاڻ 14 مهينا حجاز مقدس ۾ رهڻ کان پوءِ 1733ع ۾ دهلي واپس آيو ۽ مدرسہ رحيميه جي انتظام توڙي، تحقيق، تصنيف ۽ تاليف سان گڏوگڏ درس و تدريس سان وابستہ ٿي ويو.

**شخصيت:** شاهہ ولي الله محدث دهلوي ننڍي کنڊ جي اها عظيم شخصيت آهي، جنهن مسلمانن کي سياسي، ذهني، فڪري ۽ اخلاقي ڪمزورين مان ڪيڍڻ لاءِ پنهنجي سڄي ڄمار وقف ڪري ڇڏي شاهہ ولي الله جنهن دور ۾ اک کولي اهو مسلمانن جي زوال جو زمانو

هو. مسلمانن جي حڪومت ٽوڙي پوري قوم تباهيءَ جي ڪناري تي پهتل هئي، تڏهن شاهه صاحب مسلمانن جي نشاة ثانية لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي ۽ سمورن مسلمانن جي مِلّي سجاڳي کي قائم رکڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

**ديني خدمتون:** شاهه ولي الله جي دور ۾ مسلمان اسلام جي حقيقي تعليم کي ڇڏي غلط ريتن رسمن ۽ غلط عقيدن جي پٺيان لڳڻ شروع ٿي ويا هئا. جنهن ڪري انهن ۾ تفرقي بازي پکڙجڻ لڳي، شاهه صاحب ان ڏانهن خصوصي توجه ڏيندي، مسلمانن کي اجتهاد ۽ تحقيق ڏانهن توجه ڏياريو. شاهه ولي الله جڏهن محسوس ڪيو ته قرآني تعليم کان دوريءَ سبب اختلافات پيدا وڌن ۽ مسلمان تفرقي جو شڪار ٿي رهيا آهن ته پاڻ ان دور ۾ مروج فارسي ٻوليءَ ۾ "فتح الرحمن" نالي قرآن مجيد جو ترجمو لکيائون. سندس خيال هو ته جيڪڏهن مسلمان قرآن مجيد مان سڌو سنئون فيض پرائي ان تي عمل ڪندا ته هو پنهنجن اندروني اختلافن کان بچي ويندا.

پاڻ مسلمانن جي فقهي اختلافن کي سمجهڻ لاءِ هڪ رسالو "الانصاف في بيان سبب الاختلاف" به لکيائين، جنهن ۾ هن حديث ۽ فقه جي تاريخ کي مرتب ڪيو ۽ فقهي مسائل جو جائزو وٺي انهن جي حل لاءِ اجتهاد تي زور فرمايو. ۽ ان ڳالهه کي واضح ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي اٿس ته اختلافي مسئلن ۾ شدت اختيار ڪرڻ کان پاسو ڪيو وڃي ۽ پوءِ پاڻ عملي طور ائين ڪري به ڏيکاريائين. سندس اهڙين ڪاوشن بدولت مسلمانن جا اختلاف گهٽيا ۽ گروه بندين کي به ڇنجو آيو.

شاهه ولي الله ﷬ ان نظرئي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس ته ڪو انسان، انسانن مٿان حڪمراني ڪري. پاڻ واضح ڪري ٿو ته حاڪميت ته الله تعاليٰ جي ذات سان خاص آهي، انسان ٻين انسانن جو خادم ته ٿي سگهي ٿو پر حاڪم نه. اقتدارِ اعليٰ جو مالڪ الله تعاليٰ آهي. انسان ان جو نائب ۽ خليفو آهي، جنهن جو ڪم خدمتِ خلق آهي.

پاڻ مسلمانن لاءِ جنهن نشاة ثانية لاءِ جدوجهد ڪيائين ان جا اثرات سندس حياتيءَ ۾ نظر اچڻ لڳا هئا ۽ پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ عالمن ۽ بزرگن جي هڪ جماعت تيار ڪري ويو جيڪا اهو ڪم جاري رکي سگهي.

علم ۽ فهم جو هي اونهو سمنڊ 61 ورهين جي ڄمار ۾ 29 محرم 1179ھ مطابق 20 آگسٽ 1762ع ڌاري وفات ڪري ويو. ان جي وفات کان پوءِ سندس فرزند (شاهه عبد العزيز شاهه رفيع الدين، شاهه عبد القادر، شاهه عبد الغني) ۽ ٻين جانشينن سندس اهو مشن جاري رکيو

1857ع جي جنگ آزادي کان پوءِ انگريزن پنهنجي حڪمراني دوران شاهه ولي الله جي حامين مٿان وڏا ظلم ستم ڪيا، پر اهي سندس تحريڪ ۽ فڪر کي دٻائي نه سگهيا. سندس ان تحريڪ بدولت مسلمانن پنهنجي سڃاڻپ بحال رکي.

## سبق جو خلاصو

- شاهه ولي الله محدث دهلوي ٻارهين صدي هجري ۾ ارڙهين صدي عيسوي جو تمام وڏو مسلم دانشور ۽ مفڪر هو.
- شاهه ولي الله جنهن دور ۾ اک کولي، ان وقت ننڍي کنڊ جا مسلمان ذهني، فڪري، ديني، معاشي ۽ سياسي حوالي سان زوال جو شڪار ٿي چڪا هئا. مسلمانن جي حڪومت ۾ پوري قوم تباهيءَ جي آخري ڏاڪي تي پهتل هئي.
- شاهه ولي الله مسلمانن جي نشاة ثانيه لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي ۽ مسلمانن جي مِلّي سڃاڻپ برقرار رکڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. پاڻ مسلمانن جي ڪمزورين جا سببَ معلوم ڪري انهن جي حل جو عملي نمونو پيش ڪيو.
- شاهه ولي الله مسلمانن کي فڪري ۽ اخلاقي ڪمزورين کان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ پنهنجي حياتي وقف ڪري ڇڏي ۽ نهايت اهم تصنيفون ڇڏي ويو جن ۾ اسان لاءِ بهترين رهنما اصول موجود آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون شاهه ولي الله محدث دهلوي ﷬ جي شخصيت ۽ ان جي اهم علمي ڪاوشن تي مضمون لکي پنهنجي استاد کي ڏيکارين.

# مشق

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1۔ شاهه ولي الله ﷬ جي پيدائش ڪهڙي سال ۾ ٿي؟

2۔ شاهه ولي الله ﷬ جنهن دور ۾ اک کولي، ان وقت مسلمانن جي ڪهڙي حالت هئي؟

3۔ شاهه ولي الله ﷬ ڪيتري عمر ۾ تعليم مان فراغت حاصل ڪئي؟

4۔ شاهه ولي الله مدرسه رحيميه جو انتظام ڪڏهن سنڀاليو؟

## 2. هيٺيان خال ڀريو:

(1) شاهه ولي الله ﷬ اعليٰ تعليم جي حصول ۽ حج جي ادائي لاءِ سنه ________ ۾ حجاز مقدس ڏانهن سفر ڪيو.

(2) شاهه ولي الله ﷬ واضح ڪيو ته حاڪميت صرف ________ جي ذات لاءِ خاص آهي.

(3) شاهه ولي الله مسلمانن کي اجتهاد ۽ ________ ڏانهن متوجه فرمايو.

(4) پاڻ ________ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو.

## 3. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

1۔ شاهه ولي الله جي والد جو نالو هو:

(الف) شاهه عبد الرحيم | (ب) شاهه عبد العزيز

(ج) شاهه عبد القادر | (د) شاهه عبد الغني

2۔ شاهه ولي الله جڏهن مدرسه رحيميه جو انتظام سنڀاليو ته ان وقت سندس عمر هئي:

(الف) 25 سال | (ب) 30 سال

(ج) 35 سال | (د) 40 سال

3_ شاهه ولي الله قرآن مجيد جو فارسي ترجمو لکيو جنهن جو نالو آهي:

(الف) فتح الرحمن (ب) الهام الرحمن

(ج) ڪشف الرحمن (د) ترجمة القرآن

4_ شاهه ولي الله مسلمانن جي فقهي اختلافن کي نبيرڻ لاءِ جيڪو رسالو لکيو ان جو نالو هو:

(الف) القول الجميل (ب) الفوز الڪبير

(ج) ازالة الخفاء (د) الانصاف في بيان سبب الاختلاف

## 4. ڪالم _1 جا لفظ ڪالم_2 جي مناسب لفظن سان ملائي جملا مڪمل ڪريو:

| ڪالم _1 | ڪالم _2 |
|---|---|
| 1_ شاهه ولي الله جو نالو قطب الدين احمد | تعليم ڪان دوريءَ سبب مسلمانن ۾ اختلاف وڌي رهيا آهن. |
| 2_ پاڻ حجاز مقدس جي شيخ ابو طاهر مدني، وفد الله مڪي ۽ | تاج الدين قلعي جهڙن مشهور ۽ معروف علماء جي زير تعليم رهيو. |
| 3_ شاهه ولي الله محسوس ڪيو ته قرآن مجيد جي | نشاة ثانية لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي. |
| 4_ شاهه ولي الله مسلمانن جي | ۽ ”ولي الله“ سندس لقب هو. |

## 5. هيٺيون عبارتون مڪمل ڪريو:

1_ شاهه ولي الله جو نالو ____________________

2_ شاهه ولي الله جي قرآن مجيد جي ترجمي جو نالو ______________

3_ پاڻ مسلمانن جي فقهي اختلافن ختم ڪرڻ لاءِ هڪ رسالو لکيائون جنهن جو نالو ____________________

4_ شاهه ولي الله جي وفات ____________________

## استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي شاهه ولي الله محدث دهلوي جي شخصيت ۽ علمي ڪارنامن بابت وڌيڪ آگاهي ڏيو.
- هيٺين عنوانن تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کان تفصيلي مضمون لکرايو:
  - ❖ شاهه ولي الله جا حالاتِ زندگي
  - ❖ شاهه ولي الله جو پورو نالو ابتدائي تعليم, حجاز مقدس ڏانهن سفر, تصنيفات
  - ❖ قرآن مجيد جو فارسي ترجمو.

# لُغات

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **باب پهريون: القرآن الڪريم** | |
| تعارف | ڄاڻ سڃاڻ |
| تلفظ | لفظ ادا ڪرڻ، چوڻ |
| تجويد | قرآن مجيد کي درست پڙهڻ جي قانون جو علم |
| دسترس | پهچ، رسائي |
| الهامي | الله تعاليٰ طرفان دل ۾ موڪليل ڳالهه |
| **باب ٻيو: ايمانيات ۽ عبادات** | |
| عقيده (ج) عقائد | ايمان، يقين |
| معاشرتي | سماجي |
| معاشي | ڪمائيءَ متعلق |
| محاسبہ | پڇاڻو |
| ڪار آمد | فائديمند |
| منافق | ظاهر ۾ مسلمان چورائي پر اندر ۾ ڪافر هجي |
| ميزان | ترازي، ساهمي |
| فرض | اهي ڪم جيڪي الله تعاليٰ طرفان ضروري مقرر ڪيل آهن |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| رڪن (ج) ارڪان | فرض ۽ شرط |
| تقويٰ | پرهيزگاري، گناهن کان پاڻ بچائڻ |
| مساوات | برابري |
| محنت ڪش | محنت ڪندڙ مزدور |
| منسڪ (ج) مناسڪ | حج جا رڪن |
| هجري سن | نبي ڪريم ﷺ جي مڪي کان مديني ڏانهن ڪيل هجرت کان شروع ٿيندڙ سال |
| بالغ | جوان، |
| عالمگير | پرڏيهي |
| حَلق | مٿو ڪوڙائڻ |
| قصر | وار ننڍا ڪرائڻ /نماز کي مختصر ڪرڻ |
| جمره (ج) جمرات | شيطان کي پٿر چٽڻ واري جاءِ |
| ميقات | حج ۽ عمري لاءِ احرام ٻڌڻ واري جاءِ |
| احرام | ٻہ سفيد چادرون |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| **باب ٽيون: سيرت طيّبه** | |
| تَحمّل | سهپ، برداشت |
| اسلوب | طريقو طرز |
| جدوجهد | ڪوشش، محنت |
| حسب | نسل |
| مجروح | زخمي |
| تمثيل | مثال ڏيڻ |
| فاقه ڪشي | بک ڪاٽڻ |
| شائسته | سنواريل |
| اُنس | محبت، الفت |
| خاطر | واسطي |
| **باب چوٿون: اخلاق ۽ آداب** | |
| سد باب | روڪڻ |
| زره | لوهي ڪڙين مان جڙيل قميص |
| افتراق | جدائي |
| دعوت | سڏڻ تبليغ ڪرڻ |
| خوشخط | سهڻا اکر |
| مِلّت | قوم |
| يڪسانيت | هڪ جهڙائي |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| نصب العين | مقصد |
| ڪم سن | ننڍي عمر |
| مفلس ۽ نادار | غريب، محتاج |
| آسودو | مالدار |
| **باب پنجون: مشاهير اسلام** | |
| امله | قيمتي |
| سرچشمو | پاڻي جي نڪرڻ جي جاءِ |
| مشهور (ج) مشاهير | مشهور شخصيتون |
| زهراء | روشن |
| عسڪر | لشڪر، فوج |
| باب الاسلام | اسلام جو دروازو |
| واهر | مدد، پهچ |
| وقف ڪرڻ | الله جي رضا خاطر ڪنهن شيءِ کي بغير عوض ماڻهن جي ڀلائي لاءِ پيش ڪرڻ |
| نشاة ثانيه | ڪنهن قوم جو نئين سر اُسرڻ |